مان ڪنهنجو بہ نہ آهيان!

(ڪهاڻي سنگرهہ)

ديوي ناگراڻي

**MAAN KANHINJO BI NA AAHIYAN !**
(Collection of stories in Sindhi)

**Devi Nangrani**



First Edition : 2016

Price : Rs. 250/-

Copies : 500

Published by :
**Devi Nangrani**
9-D, Corner View Society,
15/33 Road, Bandra, Mumbai - 400050
(M) 09987928358 dnangrani@gmail.com

Type Setting & Printed by :
**SCAN COMPUTERS**
3, Radheyshyam Apartment,
Patia, Naroda Road, Ahmedabad-382340.
Phone : 079-30246776 (M) 9327007002

# مان ڪنهنجو بہ نہ آهيان!

(ڪهاڻي - سنگرهہ)

ديوي ناگراڻي

# پنهنجي ڳالهہ

## ديوي ناگراڻي

”زندگي هڪ جنگ آهي، جا مون هيل تائين لڙي آهي، پر اڄ تائين ڪٿي ناهي!“

ساهتيہ جي آزمايل وڏائن ۾ آکاڻيءَ جو خاص مهتوَ آهي. نئين ڄاڻان تہ آکاڻيءَ جي ڪلا ڇا آهي، ڪيئن لکي ويندي آهي، پر اِهو ڄاڻان ٿي تہ آکاڻي جيون ۾ حاصل تجربن جي پوک آهي، منش جي منودشا جو هڪ دستاويز آهي. هيءَ هڪ اهڙي دنيا آهي جنهن ۾ سڀ ڪجهہ پنهنجو آهي - ڪردار، ماحول، حالتون، شروعات، وڪاس ۽ اُن جو انت. انت نہ پر هڪ نئون آغاز.

هڪ آکاڻي ٻي آکاڻيءَ کي جنم ڏيندي آهي. ڪنهن سچ چيو آهي تہ ليکڪ پنهنجي دنيا سان جڙيل هوندو آهي. انهيءَ دائري ۾ رهندي لکندو آهي. لکندو ڇا آهي - بس هڪ جنگ جوٽيندو آهي - ماحول کان گهٽو پري نہ ويندو آهي. اِها هڪ ٻي ڳالهہ آهي تہ ڪوئي پنهنجي سوچ کي لفظن ۾ ظاهر ڪري سگهي ٿو ۽ ڪوئي نہ...!

آکاڻي لکڻ لاءِ ڪنهن وڏي ڌماڪي جي يا ڪنهن وڏي گهٽنا جي ضرورت نہ رهندي آهي. آکاڻي فقط آکاڻي آهي، جيون جو يٿارٿ آهي، اسانجي آسپاس جي گهاٽي ۾ گهمندڙ بي چئني ۽ ڇٽپٽاهٽ آهي، جا مسئلي جو سماڌان ڪيڻ جي جدوجهد ۾ پريشان ۽ پشيمان ٿي پاڻ کي وسيع ڪندي ٿي رهي... آکاڻيءَ کان ڪجهہ وڏيڪ ۽ ناول کان ڪجهہ گهٽ...! ماحول ۾ نهڪندڙ مواد کي وشيہ وستوءَ جي روپ ۾ ڪم آڻي ڪردارن جي معرفت بي باڪيءَ سان ظاهر ٿي ڪري. آکاڻي عام جيون جي جٽلتائن سان گهيريل



آهي، منجهل سُٽ وانگر. ڪشمڪش واري دؤر ۾ حالتن سان منهن ڏيندي انسان جي سنويدنا ختم ٿيندي ٿي وڃي. پنهنجائپ ۾ غيرت، غيرن ۾ پنهنجائيءَ جا آثار نظر اچن ٿا. ڊڪ ڊوڙ واري ٿڪائيندڙ جيون ۾ سچ ڪڏهن ٿو اُيري سا تہ ڄاڻ پوي ٿي، پر ڪڏهن ٿو لهي اِها ڄاڻ ڪم تان موٽندڙ ۽ ٿڪل ٽٽل ماڻهوءَ کي نٿي پوي. بس تنهنجي رچيل اِتهاس جو ضامن ٿي ڪري ڪڏهن سماج ۾، تہ ڪڏهن گهر ۾، ڪڏهن دوستيءَ ۽ دشمنيءَ جي وچ جي ڏارن ۾ ليئو پائيندي، تہ وري ڪڏهن فرض ۽ جوابداريءَ جي جنڊ جي پُڙن ۾ پيسجندين، ڪيترن ئي پشاچي چهرن کي بي نقاب ڪندي ان وقت جي راماڻ ۽ مهاڀارت جو رچيتا هئڻ جو انيو ڪندو آهي.

چوندا آهن تہ هڪ انسان جو کاڌو ٻئي جي لاءِ زهر ثابت ٿي ٿو سگهي. ساڳئيءَ ريت هڪ ماڻهوءَ جو تجربو يا سچ ٻئي لاءِ ڀرم ٿي ٿو سگهي. پر ليکڪ ٻنهي اوستائن کان مٿي ٿي ڪري ڪلپنا ۽ يٿارٿ کي پنهنجي نظريئي سان ڏسي، سوچي، سمجهي، پرکي ڪاغذ تي اُتاريندو آهي.

بس هي آکاڻيون بہ منهنجي آس پاس جون هلندڙ چلندڙ تصويرون آهن جن کي اسان ڏسي بہ نٿا ڏسون، ٻڌي بہ نٿا ٻڌون. منهنجا ڪچا پڪا پاوَ هنن آکاڻين ۾ اُڻيل آهن، تن سان جڙيل آهن.

شري هوندراج بلواڻيءَ جي ڪٿڪ ڪوشش جو ملهہ ڪٿڻ مون لاءِ ممڪن نہ آهي. هن مونکي هميشه هر طرح مدد پئي ڪئي آهي. عربي سنڌي ٻوليءَ جي هن سنگره کي مقبل ڪري توهان جي سامهون آڻڻ ۾ هن صاحب جو املهہ يوگدان رهيو آهي، جنهن مان سندس ٿورائتي آهيان.

اسڪين ڪمپيوٽرس جي شري ديپڪ لالواڻي ۽ شري دليپ لالواڻيءَ جي شڪرگذار آهيان جنهن اڻ مئي نشنا سان هن ڪم کي انجام ڏنو آهي... بس... !

# ديوي ناگراڻيءَ جون هيءُ ڪهاڻيون...

## ڊا. هوندراج بلواڻي

پهرين شاعري. پوءِ ڪهاڻين جا ترجما. ان بعد اڃا بہ هڪ اڳتي قدم. راهون گهٽيون ئي آهن، منزل هڪ آهي. وڪاس، اوس، اڃا بہ اڳتي. خبر ناهي تہ هن کي شاعريءَ کانپوءِ ڪهاڻين جي انواد جو اهو شوق ڪٿان لڳو، ڪيئن لڳو؟ انواد بعد اصلوڪين آکاڻين جي هن نئين قدم جي چاهت بہ هن ۾ ڪٿان پيدا ٿي ۽ ڪيئن پيدا ٿي؟ جيڪي بہ ٿيو آهي، سٺو ئي ٿيو آهي. پيڻ ديويءَ جنهن بہ راهہ تي قدم رکيو آهي شدت ۽ ايمانداريءَ سان رکيو آهي. پوري اُتساهہ ۽ اُمنگ سان رکيو آهي. مان هن جي انهن ڪوشش جو شاهد رهيو آهيان ڇو جو ڪي ڪتاب تيار ڪرائڻ ۾، مددگار ۽ سهيوگي طور منهنجي بہ حصيداري رهي آهي.

ڪهاڻين جا انواد هن ٻن نموني ڪيا آهن. هڪڙا سنڌيءَ مان هنديءَ ۾ تہ ٻيا هنديءَ مان سنڌيءَ ۾. جدا جدا ٻولين، خاص ڪري هندي ٻوليءَ جي ڪهاڻين کي سنڌيءَ ۾ آڻي هن ٻين ٻولين جي هاڻوڪي ادب جو سواد، سنڌي پاٺڪن کي وٺايو آهي. هند ۽ سنڌ جي سنڌي ڪهاڻين کي وري هن هنديءَ ۾ ترجمو ڪري، جدا جدا مخزنن ۽ ڪن ڪتابن ۾ انهن کي عزت ڀريو استان ڏياريو آهي. عام طرح سنڌي ٻوليءَ جي ساهتيہ کي جيڪي سوالي نظرن سان ڏسندا آهن تن اڳيان ٻئي سنڌيءَ جون ڪهاڻيون رکي ديويءَ کين آئينو ڏيکارڻ جو ڪم ڪيو آهي. اهو انواد جو ڪاريہ ٻيا بہ ليکڪ ڪندا رهيا آهن، تن ۾ ديويءَ جو بہ - آدر ڀريو شمار ٿيڻ لڳو آهي. ائين ٻن ٻولين جي وچ۾ هيءَ هڪ پُل جو ڪم ڪري رهي آهي.

انواد جهڙي ڏکئي ڪم مان ڪجهہ وقت ڪڍي هن اصلوڪيون ڪهاڻيون



بہ لکيون آهن. هن جون ڪي اصلوڪيون ڪهاڻيون هندي مخزنن ۾ بہ ڇپيون آهن. پر سڄو سارو ڪتاب ڏيئي هن ڪهاڻين جي، خاص ڪري اصلوڪين ڪهاڻين جي منچ تي پاڻ کي آڻي بيهاريون آهي.

ڪهاڻيون ڪيئن آهن، انهن بابت مونکي گهڻو ڪجهہ چوڻو نہ آهي. سڀ ڪهاڻيون مون پڙهيون آهن. سڀني ڪهاڻين کي مان بهترين نہ ٿو چوان پر ڪي بهترين ضرور آهن. ڪن ڪهاڻين پڙهندي مان سوچ ۾ پيو آهيان تہ ڪن ڪهاڻين تي اڪيون آليون بہ ٿيون آهن. ديويءَ وٽ حساس دل آهي. جذبا ۽ اُمنگ بہ آهن. ڪهاڻي چوڻ جو انداز بہ آهي. سنويدنائون بہ آهن. وقت ۽ موقعي انوسار پنهنجون ڪهاڻيون چوڻ-پيش ڪرڻ جو ڏانءُ بہ اٿس. بس اهي ڳالهيون ڪنهن بہ موضوع کي سٺي ڪهاڻي بڻائڻ لاءِ ڪافي آهن.

ديوي سک ڦِتي آهي. اِتي ممبئيءَ ۾ هجي يا آمريڪا ۾ هجي، ننڊ اصل نہ ايندي اٿس. هڪ ئي وقت ڪيترن ڪتابن جي رِٿا ٺاهي وٺندي آهي ۽ اُهي پريس کي سونپيندي رهندي آهي. هن وقت هن جا ٿي ڪتاب پريس ۾ آهن.

ديويءَ جي اصلوڪين ڪهاڻين جو هيءُ مجموعو، پهريون مجموعو ٿيلي آهي پر اُهو سلسلو هتي بيهي نہ رهندو، اڳتي وڌندو رهندو - اهڙي اُميد.

## ارپڻ

اُن پل کي
جو منهنجي اندر
شور ۾ خاموشي
شعلن ۾ شبنم
سناٽن ۾ سنگيت جو
احساس زنده ٿو رکي.

-ديوي ناگراڻي



# فهرست

# 1. آخري نِڪاٽو

آخر اُهو ڏينهن اچي ئي ويو جڏهن اسانجي علائقي جي Magistrate شريمتي اهلو واليا ’ناري سنستان‘ جي پاران انتظام ڪيل ڪاريہ ڪرم ۾ پنهنجي ساٿين ساڻ ٿاڻي جي هڪ سُهڻي ڪالونيءَ ۾ رِٿيل جڳهہ تي آيس. نالو هو ’زندگيءَ جو سُرڳ‘. سچ ۾ نالي کي ساڪار ڪندڙ درشيہ سامهون هو. چوڌر ساوڪ، رنگ رنگيلا مهڪندڙ گُل، ڪٿي ڦوهارا، هتي هُتي وهڻ لاءِ بينچون، تہ وري ڪٿي ڪيارئُن جي سجاوٽ سان نکريل اڱڻ،چڻ هڪ کُليل ۽ مهڪندڙ گلشن هو.

گيٽ جي اندر پير رکندي ئي ڪاريالیہ جي هيڊمسٽريس، ماستراڻيون ۽ اُنهن جي پٽيان بيٺل ٻيون ڪيترين زالون اسانجي سواگت ۽ مهمان نوازيءَ لاءِ مؤجود هيون. پهرين اسانکي آفيس وٺي ويون، جتي چانهہ ناشتي جو انتظام ڪيو ويو هو. پوءِ اسان کي ڪاريالیہ جي باري ۾ ڄاڻ ڏيندي اُتي رهندڙ زالن جي باري ۾، اُنهن جي اوسٿا ۽ ويوسٿا جي باري ۾ ٻڌايو. چانهہ پاڻي کان پوءِ اسين سڀ گڏجي پرارٿنا گهر پهتاسين، جتي چاليهہ کن زالون رهيون هيون. ڪُرسين تي ويهي اسانجو ئي انتظار ڪري رهيا هئا.

پرارٿنا گهر جي ڀتين تي مهاتماگانڌي، وويڪانند، گرونانڪ، مهاتما ٻڌ، مدر ٽيريسا، جيسس (Jesus) جون وڏيون مورتيون ٽنگيل هيون.

ماحول جي پاڪيزگيءَ جي خوشبوءِ هئي ۽ ساڻ اگربتين جي مهڪ بہ ساهہ ۾ شرڌا جي سڳنڌ ڀري رهي هئي. سڀ پنهنجي پنهنجي جڳهہ تي ويٺا ۽ شريمتي اهلوواليا جو اِشارو پائيندي ئي مان سٽيج تي هلي ويس. جتي مونکي پهرين پرارٿنا ۽ پوءِ هڪ ڀڄن ڳائڻ جو آديش ڏيو. ماحوُل ڦهڪندڙ هو ۽ مون هيڊمسٽريس جي اِشاري تي پرارٿنا جي شروعات ڪئي :



جب جب من گهبرائي، تم پرارٿنا ڪرو، آراڌنا ڪرو،
ڪوئي راهہ نظر نہ آئي، تم پرارٿنا ڪرو، آراڌنا ڪرو.

اُنهيءَ کان پوءِ هڪ ڀڄن شروع ڪيم جنهن ۾ ڪئي سُر ملندا رهيا. شايد گهڻن جو من پسند گيت هو.

اِتني شڪتي همين دينا داتا، من کا وشواس ڪمزور هونا،
هم چلي نيڪ رستي پي هم سي، ڀول ڪر ڀي ڪوئي ڀول هونا!

اسان سان گڏ آيل زالُن ورڌآشرم جي بارُ سنڀالڻ وارئُن جي ڪم جي ساراهہ ڪئي ۽ ٻڌين زالن جي منوٻل کي سگهہ ڏيڻ جي لاءِ واڌايون پڻ ڏنيون. اِنهيءَ ڳالهہ ٻولهہ جي دؤران منهنجون اکيون ڪجهہ چهرن جي گُنجن ۾ گهريون لهنديون ويون، چهري ۾ ڪُڇجي ويل اکين کي ڏسنديون رهيون، جن ۾ ڪٿي سُڃ، تہ ڪٿي لڙڪ هئا ۽ مان اُنهيءَ اٿڇيل درد کي پگهرجندي ڏسندي رهيس، اُن گرمائش کي پنهنجي انتر من تائين محسوس ڪندي رهيس.

آخر پنهنجي ڪرسي ڇڏي اُٿيس ۽ پنهنجي ئي هم عمر اُن زال جي پاسي واري ڪرسيءَ تي ويهي رهيس، جا پرارٿنا جي دؤران لڳاتار پنهنجون اکيون سُڪائيندي رهي هئي.

هي درد جو سيئلاب بہ عجيب آهي! درد جي گرداب ۾ لڏندي زندگيءَ کي ڪو تہ آهي جو لوڏائي رهيو آهي ۽ اسين قسمت جي نالي اُنهيءَ ۾ پيا لڏندا آهيون، جيئندا آهيون. مان ويٺي ويٺي اُنهيءَ ناريءَ کان ڪجهہ پڇڻ جي همٿ جوڙي رهي هيس. ڪچ پڇڻ کان اڳ اِن ڳالهہ جو ضرور احساس ٿيو تہ هي زالون جي پنهنجي گهر جي اَڱڻ کان، پنهنجي پريوار کان پري اچي هتي وسيون آهن، اُنهن جي اندر ضرور اهڙا ڪي گهاوَ هوندا جي رِشتن هُنن کي ڏنا هوندا. ڇا انهن جي جيون ۾ وري ڪو اهڙو مؤسم ايندو جو اُنهن جي زندگيءَ جي خران ڀريل دؤر ۾ بهار ٻڻجي اُنهن جي زخمن جو ملم ٿي پوي؟

”ادي، مان سُدا ڀرياٽي آهيان ۽ توهان...؟“ مون همٿ ڪري پنهنجي سُڃاٽپ ڏيندي هڪ اڌورو سوال ڪيو.

منهنجو نالو اُشا شهاڻي آهي. توهان جي ڀڄنن تہ من ۾ وِلوڙو پئدا

ڪري ڇڏيو. من ڏاڍو خوش ٿي ويو.“ هُن پنهنجون آليون اکيون اُگهندي چيو.

”ادي، سنڌي پيڙهه سان ملي گهڻي خوشي ٿي آهي.“ مون پنهنجائپ جو اِظهار ڪندي نرميءَ سان هُن جي هٿ کي دٻايو.

هن جي من جو ٿاهه پائڻ لاءِ مونکي گهرائيءَ تائين من جي اندر جي چڪرويوهه ۾ گهسڻو هو. جتي اِنسان جو من پنهنجي هڪ لڙائي پيو لڙندو آهي. زندگي بہ ڇا ڪنهن ڪروڪيٽر کان گهٽ آهي؟ ٻانورو ٻالپڻ اڇي ڪري هلي ٿو وڃي. شوخ جواني اُنهيءَ جي جڳهہ والار ٿي. پوءِ سترنگي سنسار جا سپنا، من ۾ وِسيل ڪامنائون، اِڇائون سڀ ورائي ٿيون وڃن ۽ بي هوشيءَ جي حالت ۾ اُها اوستا گذري ٿي وڃي. وري جڏهن عمر وڌڻ لڳندي آهي تہ پيڙهيءَ جا بہ ڪئين ڏاڪا چڙهڻا پوندا آهن. اِنهن مان گذرندي ٽڪ جو احساس ساڻ هلندو آهي. ڪجهہ اهڙيءَ ويدنا جا گُنج مون اُشاجيءَ جي چهري تي ڏٺا.

”هڪ سنڌي پيڙهه کي ملي من ۾ ڄاڻڻ جي اِڇا ڄاڳي تہ توهان سان ڳالهائي ڪجهہ وقت گهاريان. اُشا جي، بُرو نہ مڃو تہ توهان پنهنجي باري ۾ پنهنجي جيون جي باري ۾ ڪجهہ ٻڌايو!“

”ڇا ٻڌايان...؟ توهان ڇا ٿا ڄاڻڻ چاهيو...؟“ هن جو آواز پرجي آيو ۽ ساڙهيءَ جي پلؤ سان پنهنجون اکيون وري اُگهڻ لڳي.

”مان توهان جي دل کي ڏُک نٿي پهچائڻ چاهيان. پر توهان جي باري ۾، هنن بدليل حالتن جي باري ۾ ضرور ڄاڻڻ چاهينديس. ڇو جو اڄ جتي توهان بيٺا آهيو، سڀاڻ شايد مان اُتي بيٺي هجان. منهنجي پُڇڻ جو توهان ٻيو ڪو مطلب نہ ڪڍجو.“

مون وري ڪٽي ماٺ ڪئي، مگر من ۾ سوچ جا سِلسِلا قائم رهيا. اِها ڄاڻ پئي تہ اڄ جو هي دؤر هن جو نہ، منهنجو نہ، هر جوانيءَ جو آئيندو آهي.

”هلو تہ اسين منهنجي ڪمري ۾ هلي وِهون.“ چوندي هوءَ جنهن دِشا ۾ مُڙي، مان هن جي پُٺيان هلندي ڪمري نمبر 111 ۾ اچي پهتاسين. پلنگ تي وِهڻ کان اڳ هن پنهنجي سامهون هڪ ڪرسي کِسڪائي، مونکي



وِهڻ جو اِشارو ڪيو.

عمر جو سوڙهو رستو تمام لسارو ناهي. هن دؤر ۽ هُن دؤر جي وچ جي وِٿي جڏهن ويڪري ٿي ويندي آهي تہ هِڪ خالي پٽي جو احساس محسوس ڪيو ويندو آهي. جنهن کي پرڻ لاءِ ممتا کي سوارٿ جي سِرُن ۾ پوُريو ويندو آهي. گهر جي چانئٺ کان وٺي ورڌآشرم جي چانئٺ تائين سفر، هڪ ڪساريپڻ جو سواد منهن ۾ پري ڇڏيندو آهي. عمر پر جنهن وڻ جي ٿاريُن سان گهر اڱڻ وڌيو - ويجهيو، اڄ اُهو ئي آڌار، نراڌارُ، اڪيلو، بنا سچاٽپ جي بيٺو آهي.

عورت جي ڪردار جي گهرائي ۽ گرِما ۾ تہ خود عورت غوتا لڳائيندي آهي. اِنهيءَ سچ تي ڪمليشور جي علم خوب اِنصاف ڪندي لکيو آهي: تاج محل کان وڌيڪ خوبصورت پريوار نالي جي سنستا جو نرماڻ ڪرڻ واري عوُرت، خود اُنهيءَ ۾ گُهٽجندي آهي، دفن ٿيندي آهي. سڀ جي لاءِ شپ ۽ سُک تلاش ڪندڙ عوُرت پنهنجي ئي لڙڪن جي کوُهہ ۾ ٻڏي آتم هتيا ڪندي آهي!“ واهہ ناري تنهنجي بہ عجب ڪهاڻي آهي. مئٿليشرڻ گُپت هڪ هنڌ چيو آهي : ”عوُرت تيري يهي ڪهاني، آنچل ۾ هئہ دوڌ، آنکون ۾ پاني!“

زندگي اگر لفظن ۾ پنهنجو سماڌان ڳولهي رهي آهي، تہ اُها بيمار زندگي آهي. پنهنجو سک جي ٻين جي دک جو ڪارڻ ٿو بڻجي تہ اِها من جي اُدگارن جي بيءِعزتي آهي. اِنسانيت ٿاٻڙجي ٿي ۽ ليلائي ٿي. بس دردمندي ئي آهي جا اکرن ۾ اُجالو ٿي پري.

پنهنجي ئي سوچ جي گهاٽي ڏنڌ مان ٻاهر نڪرندي، پنهنجي جذبن تي قابو پائيندي مون اُشاجيءَ کان پڇيو، ”پاپي، پنهنجي پريوار وارن جي بابت ڪجهہ ٻڌايو، ۽ هوُ جڏهن هِت توهان سان ملڻ ايندا آهن تہ توهان کي ڪيئن لڳندو آهي؟“

منهنجي پنهنجائپ هاڻ هن جي من جون ڳنڍيون کولڻ لڳي. هوءَ پاون جي وهڪري ۾ اِئين ڳالهائيندي رهي ڄڻ پنهنجو پاڻ سان ڳالهائي رهي هئي، ”ڇا ٻُڌايان، ڪيئن ٻُڌايان پنهنجي گهر جي باري ۾، پنهنجي پريوار جي باري ۾. منهنجو پريوار تہ هاڻ اِهوئي آهي، جن سان مان رهي

پئي آهيان.‘‘

’’وري بہ، پنهنجي اُن پريوار لاءِ توهان جون ڀاونائون... اُنهن پنهنجن جي باري ۾ جن جي عيوض توهان هِتي آهيو، پنهنجي گهر ۾ نہ...؟‘‘

مان پاڻ خود مونجهاري ۾ هيس تہ سوال کي کيئن ۽ کهڙو موڙ ڏيان؟ مان خود هڪ وسيل وسايل پريوار جو ڀاتي آهيان... ناني آهيان...ڏاڏي آهيان ۽ هاڻ پرناني بڻجڻ واري آهيان...! خير پنهنجي سوچ جي ڄار مان نڪرندي مون پاٻوهہ سان هن جي گوڏن تي هٿ رکيو.

’’ڀيڻ اڳئين هفتي منهنجي پوٽيءَ جو جنم ڏينهن هو. پُٽ، نونهن ۽ پوٽو ٽيئي آيا. ساڻ ڪيڪ بہ کڻي آيا جو هو منهنجي سامهون ڪٽائڻ پيا چاهين... ۽ هي گل بہ کڻي آيا....‘‘ هن سامهون گلدان ۾ اڌ مرجهايل گُلن ڏانهن اِشارو ڪندي چيو.

مان ٻڌندي رهيس. پنهنجي اندر ۾ اُٿندڙ آنڌمانڌ ۾ غوطا کائيندي رهيس. شايد هن گڏيل درد جي رشتي ۾ اسين ٻڌل آهيون. اُشا جي ڳوڙهن جي زبان اسان جي جيون جي ترجماني آهي. هن جي ڳالهين سان هڪ سچ صاف ظاهر ٿيو تہ پريوار ۽ سماجُ ۾ هر شيءِ - جاندار هجي يا بي‌جان - پنهنجي هئڻ جو ارٿ ظاهر ڪري ٿي، تيسين تائين، جيسين تائين اُها ڪارگر آهي ۽ ڪم ۾ آڻڻ قابل آهي، نہ تہ تہ اُها بيڪار آهي، بي‌مُلهہ آهي.

شايد، اُشا جي من ۾ ڄميل درد جا تهہ پگهرجڻ لڳا هئا، ۽ پنهنجي رواني‌ءَ جي واٽ ڳولهي رهيا هئا. اُن درد جي واٽ جو طويل سفر لفظن ۾ پورو ڪرڻ شايد ممڪن نہ ٿئي، پر لڙڪ پار پوڻ ۾ ضرور مددگار ٿيندا آهن. ڏسي، ٻُڌي لڳو تہ اُنهيءَ درد جون سسڪيون جتي دستڪ ڏئي وريون اُهي تہ چهري جي گُنجن ۾ گم ٿي ويون. ڇا درد جي اِظهار لاءِ لفظ ضروري آهن؟ ڪيترائي سرد احساس زندگيءَ جي ڪاتي ۾ درج ٿي ويندا آهن، ڇا اُن درد جو ڪم معاوضو هوندو آهي؟ دنيا جي هر ڪُنڊ ۾ سوارٿ جي وروڌ لڙندي ڪيترائي جوڌا هار مڃي ويندا آهن، هٿيار ڦٽا ڪري ڇڏيندا آهن ۽ اڄ بہ پنهنجي جي معاوضي پائڻ لاءِ ڀٽڪي رهيا آهن.



’’توهان جي پُٽ جو وهنوار توهان ڏانهن ڪيئن آهي؟ اُنهن جو ڪو خاص رويو جڏهن هو هت ايندا آهن...!‘‘ مان پنهنجي اناڙيپن جو ثبوت يا تہ ڏيئي رهي هيس يا تہ خود کي بهلائي رهي هيس. ڇا مان اِهو بہ نٿي سمجهان، تہ جي پُٽ ڀُنجو هجي ها تہ اڄ هوءَ هِتي نہ هجي ها؟ اگر هن جو وهنوار صحيح ڀُجي ها تہ ماءُ ڇانئَٽ جي اندر هجي ها...!

مونکي شرمندگيءَ جو احساس ٿيو. پر تير ڪمان مان نڪري چڪو هو.

’’ڀيڻ، سچ ڪري پڇين تہ هاڻ پُٽ جي بہ ڪا ڳالهہ نٿي وڻي. پنهنجي مرضيءَ سان ايندو آهي، ڪيئن آهين، ڪيئن آهين، ڇئي مونکي ڀاڪُر ۾ ڀريندي چوندو آهي. ’’امان پنهنجو خيال رکجانءِ، ڪجهہ کپيئي تہ ڇئجانءِ. ٻئي دفعي وٺندو ايندوس.‘‘

۽ هن جي اکين مان درد جو درياهہ وهڻ لڳو. اُها آلاڻ لفظن ۾ سهارو ڳولهيندي رهي، خاموشي سڏڪا ڀرڻ لڳي.

’’مونکي ڇا کپي؟ ڇا هُن کي خبر ناهي تہ مونکي ڇا کپي...؟ جڏهن هو ننڍو هو، هن جي چُرپر تي مان ٻڪندي ويندي هُيس. رات جو هو جڏهن آلو ٿي ويندو هو تہ مان پنهنجي پوتيءَ سان هن کي سُڪائي پنهنجي ڇاتيءَ سان لڳائي سُمهاريندي هُيس. پاڻ هن جي آلي جاءِ تي ليٽي پيئي هوندي هُيس. هن تہ مونکي ڪڏهن نہ چيو تہ هن کي ڇا کپي؟ اڄ منهنجي ضرورت ڄاڻڻ ٿو چاهي؟ هِن عمر ۾ هڪ ماءُ کي ڇا کپي؟ ۽ اگر ڪجهہ کپي بہ، تہ ڇا اَوِلادُ اهو ڪجهہ هُن کي ڏيئي ٿو سگهي؟ جي اِئين ٿئي ها تہ اسين پنهنجن گهرن ۾ هجون ها، هنن ٻڍا آشرمن ۾ نہ...‘‘ مان لفظن ۾ ٻڌندي ترندي رهيس.

’’جيسين تائين گهوٽ هو، اُهو اسانجو گهر هو. جيڪو ڪجهہ اسانجو هيو، هاڻ اُنهن جو ٿي ويو آهي. اُنهن جا ٻار اُنهن جا آهن، تِن جون جوابداريون اُنهن جون آهن ۽ شايد مان ئي گهوٽ کان پوءِ بارُ ٿي پيس. هِڪ ڪم نہ اچڻ واري شيءِ ٿي پيس، اِن ڪري تہ مونکي هتي ڇڏي ويا آهن ۽ هاڻ پڇن ٿا، ڇا کپيوَ؟ پنهنجي ئي گهر کان بي‌گهر اُن پر ڪٽيل پکيءَ کان پُڇو ٿا اُن جي مرضي ڇا آهي؟ بيوس پکيءَ سان اُڏامڻ جون

ڳالهيون ڪرڻ ڪيتري قدر صحيح آهي. هڪ مفلس جي گهر وڃي هُن جي اُجهاميل چُلهه کي ڏسي پُڇڻ تہ ”ڇا رڌو آهي؟“ بي غيرتيءَ کان سواءِ ٻيو ڇا آهي. جي پنهنجي گهر ۾ يوگيہ جڳهہ نہ ڏيئي سگهن، اُنهن وٽ اسانکي ڏيڻ لاءِ بچيو ئي ڇا آهي؟“ هوءَ جوش ۾ چوندي چوندي سهڪڻ لڳي.

مون کي پنهنجي غلطيءَ جو احساس ٿيو... مون هُن جي زخمن کي کوٽيو هو. ڪٿي نہ ڪٿي وري هُن کي گهايل ڪيو هو.

هڪ ڳالهہ جي پڪ ٿي. ٻُڌندي ٻُڌندي مونکي لڳو تہ هيءَ اسانجي ڪٿا آهي. اسانجي پيڙا آهي، اسانجي اپنگ سماج جي وياڪيا آهي. هيءُ اسانجو مسئلو آهي. اسان جي دنيا آهي ۽ پيڙا بہ اسانجي پنهنجي آهي.

”پاپي، ڇا توهانجي من ۾ اڃا بہ ڪا اُميد جي ڪِرڻ آهي تہ توهان وري هڪ ڀيرو پنهنجي گهر وڃو، اُتي اڱڻ ۾ تلسيءَ کي پاڻي ڏيو، رسوئيءَ ۾ گڻيش کي تِلڪ لڳايو؟ پنهنجي پوٽي کي آڪاڻيون ٻُڌايو، ننهن کي آواز ڏيو...؟“

منهنجو سوال خود مونکي بي بُنياد لڳو ! پر... مان هُن جي چهري، ڏانهن آليُن اکيُن مان ڏسندي رهيس.

آشا پلنگ تان هيٺ لٿي. سامهون ٽيبل تي رکيل اِسٽيل جو ڊبو مونکي ڏيندي منهنجي لاءِ پاڻي پري آئي. هيءُ اِنسان جو من بہ عجيب آهي. ڪٿي اڻچاڻائيءَ ۾ ڳنڍجي وڃي، ڪٿي جُڙيل ڳنڍيون ڍليون ٿيو وڃن.

”ها پاپي، توهان ٻُڌايو ڪين...؟ جي پريوار بہ پنهنجو آهي، اُن ۾ رهڻ وارا امان ۽ بابُوجي پنهنجا آهن تہ عمر گهارڻ کان پوءِ غيرت ڪٿان ۽ ڪيئن ٿي گهر ۾ گِهڙي اَچي.“ مون هُن جي من کي هڪ ڀيرو وري ٽٽولڻ جي ڪوشش ڪئي، شايد پنهنجي ئي آئيندي جو چٽ مونکي اُتي ئي گهمندو نظر آيو.

”ديوي جي، اڄ توهان منهنجي دل جي تهن کي کولڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. دل ئي تہ آهي جا رِشتن کي معنيٰ ڏيندي آهي ۽ تِن سان واقفيت ڪرائيندي آهي. جي اُنهن جي پرواہ نہ ڪري تِن کان منهن



موڙيندا آهن، اُتي رِشتا پيد-پاوَ جي گپ ۾ پئجي بدصورت ٿي ويندا آهن ۽ تِن جي ڏَپ ساہ ۾ مونجهہ پئدا ڪري ڇڏيندي آهي. اهڙي ماحول ۾ هڪ دفعو ڪنهن بہ ڪارڻ ڪري وري پنهنجو جيون، اُتي گذر ڪرڻ يا گذارڻ ڪِٿي سونهندو؟ سنڌيُن ۾ هڪ چوڻي آهي تہ - ”جو چُلهہ تي سو دِل تي.“ - توهان کي ڇا ٿو لڳي، اِن ۾ ڪنهنجو دوش آهي؟ ڇا اسانکي جيون جو اِهو ئي انجامُ آهي، تہ جِن کي اَسين پنهنجو سمجهوُن سي اسانکي ڌاريو ڪري ڇڏِين؟“ چئي ڪري اُشا مون ڏانهن نهارڻ لڳي.

هاڻي چِرڪ پرَڻ جو منهنجو وارو هو. سوال منهنجي سامهون هو... جواب جو طلبگار...!

”پاپي، مونکي لڳي ٿو تہ حالتُن جو ڪارڻ هي اِنساني منُ آهي؟ جي اسان کي بدلاوَ آڻڻو آهي، شروعات وري بہ اُن من سان ئي ڪرڻي پوندي. بُرائي جي پاڙن کي ڪٽي پلائيءَ جا ٻِج پوکڻ جون تقريرون ڪرڻ وارا پنهنجي پنهنجي اصولن تي نيون عمارتون اڏي رهيا آهن... جن کي... سورگڌام، ورڌآشرم، ساڌو آشرم، ٻڍا آشرم، اپنا گهر، ڌرتي پر سورگ وغيره... وغيره...! اُف بي گهرن جي لاءِ ڄڻ گهر ناهڻ جو سپنو هجي. اسين سماجڪ پراڻي آهيون، اسان سان سماج نهي ٿو، شايد انهيءَ ڪري اسين بہ ڪٿي نہ ڪٿي اُنهي بدصورت مانوتا جي آندولن ۾ اوترا ئي ڀاڱيدار آهيون، جيترا ٻيا، جن کي اسين دوشي ٺا نهرايون. اِنسانيت حصن ۾ پئي ورهائجندي وڃي، ڏسون پيا، محسوس ڪريون پيا، جيِئون ٿا، ڀوڳيون ٿا، پر ڪري ڪجهہ بہ نٿا سگهون؟ هار کان اڳ ئي هار مڃڻ سپاءَ ۾ شامل ٿيندي پيئي وڃي. ڪير آهي جو هن مانوتا جي دئيت کي روڪي، تہ انسانيت پنهنجو وري، صاف چهرو ڏسي سگهي، پنهنجي سچاڻپ پائي سگهي، اُنهن پنهنجن سان اِنصاف ڪري سگهي؟ هر دفعي لڙائيءَ جي شروعات گانڌي ڪري ضروري تہ ناهي؟“

”پر ديوي جي، اڄ جي مسئلن ۽ زندگيءَ جي پيچيدن تجربن جي ترجماني ڪرڻ توهانجي ۽ منهنجي وس جي ڳالهہ ناهي. بس خود کي ڏونڌاڙڻ جي ضرورت آهي. گهڻو ڪجهہ چوڻ-ٻُڌڻ جي باوجود گهڻو ڪجهہ اڻ چيل رهجي ويندو آهي. هن اسيم گوڙ ۾ خاموشيون، رڙيون ڪري اعلان

کري رهيون آهن تہ جن پاڙن جي کلهن تي پليا، وڏا ٿيا، وڌيا-ويجهيا، جنهن اڱڻ ۾ زندگيءَ جي پانشالا جو سبق پڙهيو، اُهي پاڙون اڄ بنا آڌار ڇو آهن؟ پنهنجي گهر-اڱڻ جي ڇانوَ کان پري ورڌآشرم ۾ پناهہ پائڻ لاءِ مجبوُر ڇو آهن؟ کيرُ خوشيءَ سان بي وطن ٿيڻ چاهيندو آهي؟''

مان حيرت وچان اُشا جي چهري ڏانهن ڏسندي رهيس. سولن سِڌن شبدن ۾ جيون جي پانشالا جو سبق منهنجي سامهون کليو، جو مونکي هر ترڪ کان صحيح لڳو! مان اندر ئي اندر هاڻ اُلجهن جي ڏاڍَن ۾ ڦاسي سوچيندي رهيس تہ هاڻ هوءَ مونکان کو اهڙو سوال نہ پُڇي وٺي، جنهن جو جواب مون وٽ نہ هجي، يا اُن جو کو سرُاڳ منهنجي تجربن ۾ شامل نہ هجي.

پر مون راحت محسوس ڪئي جڏهن هُن وري ڇوڻ شروع ڪيو. ''ديوي جي، ڪير پنهنجي پيرن مان آزاديءَ جا سونا ڪڙا لاهي غلاميءَ جو لوهہ پائڻ پسند ڪندو؟ اِئين تو لڳي جڻ زندگي ونڊجي ويئي آهي. آدمي ورهائجي ويو آهي، ممتا ونڊجي وئي آهي. هرهڪ شيءِ جا ٽڪرا-ٽڪرا ٿي ويا آهن. هي اسين نہ ڄاڻ ڪهڙي آئينده ڏانهن وڌي رهيا آهيون، جتي اسان وٽ ڏيڻ لاءِ ڪجهہ بہ نہ بچيو آهي.'' چئي ڪري هن هڪ ٿڌو ساهہ کنيو ۽ دبي وارا بسڪوُٽ مون ڏانهن وڌايا. مون هڪ کڻي منهن ۾ وجهندي چيو، ''پاپي، سوال تو اُٿي تہ جي ڏينداسين نہ تہ پائينداسين ڇا ؟ اکيلائپ چاهي اُهو اهو وڻ ئي بهتر ڄاڻي تو جنهن جي ساين ٽاريُن جا پن ڇڻي ويا هجن. هوءَ بہ جڏهن رِشتن جي چادر پراڻي ۽ ڪُتيل ٿي ويندي آهي تہ اُن کي وِڇائڻ ڇا، پائڻ ڇا ؟

''ها، اِهو تہ آهي. اڄ جي ديواني جوانيءَ جو آئيندو ڏسڻ ۾ پيو اچي. جيڪي ٻج اُها پوکي رهي آهي، اُن جو فصل ڇا اسانجي چاهتن کي پورو ڪري سگهندو؟ ڇا اسين پنهنجيءَ ايندڙ پيڙهيءَ مان ڪجهہ آس رکي ٿا سگهون؟ ڇا ايندڙ نسل جا ٻار ڏيئي سگهندا، جن جي سوارٿي سُک لاءِ اسان پنهنجن سيني سکن کي سواها ڪري ڇڏيو؟ پيرسنن کي اِن ليکي تي آڻڻ جو پهريون ڪارڻ آهي پريوار نالي جي سنسٿا ۾ سوچ جو بدلاءُ - وڌ ۾ وڌ بہ پيڙهيون هڪ ڇت هيٺان رهي ٿيون سگهن، اُتي ٽين



بُزرگ پيڙهي لاءِ گهر ۾ جڳهہ ناهي!''

''پاپي، اِهو توهان ڪهڙي آڌار تي چئي رهيا آهيو...؟'' مان حيرانيءَ سان هن جي سوچ ۽ سمجهہ جي قائل ٿيندي رهيس.

''هتي ڪيترِيون ئي اهڙيون زالون آهن، جن ڪنهن نہ ڪنهن ڪارڻ پاڻ کي گهر مان پٽي جي هِتي آيون آهن. ڪي وِلايتي نُنهرن سان گذر نہ ڪري سگهيون، ڪي تہ وِلايت مان هتي موٽي آيون آهن ڇو جو هنن کي لڳو تہ هو فقط تن گهرن ۾ قيدي بڻجي صرف گهر جي ۽ ٻارن جي سنڀال لهڻ لاءِ هيون. نہ اُنهن جو ڪو پنهنجو وجود هو، نہ ارمان، نہ چاهتون!'' چوندي چوندي هوءَ رُڪجي ويئي. ڪمري جي در تي آيل هڪ ڪرمچاري مونکي اِهو نياپو ڏئي وئي تہ ''سڀ وڃڻ لاءِ تيار آهن، توهان جي لاءِ بيٺيون آهن.''

۽ مان اُشا پيٽڻ کان موڪلائي ڪمري نمبر 111 کان ٻاهر آيس. درد جو درد سان رِشتو قائم ٿيو هو. اکيون آليون هيون. درد جو سپرش محسوس ڪري رهي هيس ۽ درياهہ بند ٽوڙڻ لاءِ آمادهہ هيو!

سڄو رستو ڪار ۾ مان چُپ هيس. پر سوچ تي ڪو لغام نہ لڳائي سگهيس. جيون جي هر اوسٿا ۾ اسان کي سهاري جي ضرورت رهندي آهي. ٻالپڻ ۾ ماءُ-پيءُ جي ڇانوَ ۾ پلجندا آهيون، شاديءَ کانپوءِ مُڙس جي سُرڪشا ملندي آهي. پيريءَ ۾ مڙس يا پُٽ جي جوابداري تي پوندا آهيون. ڇو تہ ٻڍاپو سهارو تو گهري ۽ ورلي ڪو پريوار هن ڍلجندڙ پيريءَ کي آٿت ۽ آدر ڏيئي سگهندو آهي جنهن جو هوُ حقدار آهي. اسان جي آس کي آٿت تڏهن ملندو جڏهن هر اولاد ماءُ-پيءُ لاءِ لٺ بڻجي اُنهن کي سنڀالي وٺندي.

هي زندگيءَ جي آخري پڙاوَ جي شروع ٿيڻ جو درد آهي!



# 2. بي مطلب جا رِشتا

”مِس رما، مان توهان سان پنهنجي باري ۾ ڳالهائڻ ٿي چاهيان!“

کنڌ مٿي کري نهاريم تہ سامهون ڪِرستي بيٺي هئي. اکين ۾ ڪجهہ اُلجهيل پاڇا، آواز ۾ هڪ نااُميدي، چال ۾ سُستي، چهري تي اُداسيءَ جو عالم. گذريل ڪيترن ڏينهن کان هن جي چال ۾ مان بدلاءُ ڏسي رهي هيس، پر اُن باري ۾ وڌيڪ ڄاڻڻ جي ڪوشش بہ نہ ڪيم.

ڪرستي منهنجي اسسٽنٽ ٽيچر آهي. ٻن سالن سان مون سان گڏ ڪم ڪري رهي آهي. مونکي خبر آهي تہ هن کي بہ وڏيون ڌيئرون آهن، جن جي عمر 19 ۽ 15 سال آهي. هڪ ڇوڪرو اٿس جو 12 سالن جو آهي. 7-8 سال ٿيا جو گهوٽ کان طلاق ورتو اٿائين. ڪرستي پاڻ پڙهائي بہ ڪندي آهي ۽ نؤڪري بہ. سرڪار جو سهڪار بہ گهڻو ئي ملندو آهي - مالي مدد، ڪِتابن جو خرچ، گهر ۽ ٻارن لاءِ جدا سهوليتون. شروعءَ ۾ حيراني ٿيندي هئي تہ هِتي جي سرڪار ڪيئن سيني کي مُفت دوا-دارو، مفت پڙهڻ ۾ سهيوگ ٿي ڏئي؟ پر گذر ڪندي گهڻيون ڳالهيون سمجهہ ۾ اينديون ويون آهن. وڌيڪ سوچڻ جي يا ڪجهہ ڪرڻ جي سنپاونا نہ رهندي آهي. نؤڪريءَ ڪندي ڪندي، اُتي جي گهڻين ڳالهين ۽ عادتن کي پنهنجي جيون سان جوڙڻو پوندو آهي. اُتي جي مؤسم، حالتن ۽ پرديش کي ڏسندي اُنهيءَ وهڪري ۾ وهڻ کان سواءِ چارو ناهي. وهڪري جي اُبتڙ ترڻ سولو بہ ناهي!

”ويهہ ڪرستي، ۽ ٻُڌاءِ تہ ڇا ڳالهہ آهي.“ مون هُن جي هٿ کي پاڀوهہ سان ڇُهندي چيو.

ڪُرسيءَ تي وِهندي هن چيو، ”رما شُڊ آءِ هئوِ اَئن‌اڌر بيبي؟ (Shuold I have another baby?) مان اِهو ڄاڻڻ ٿي چاهيان تہ توهانجو



ويچار اِن باري ۾ ڇا آهي؟“

اوچتو اهڙي سوال مونکي ڇِرڪُ پرڻ لاءِ آماده ڪيو. ڪرشتي 35 سالن جي جوان عؤرت، نيويارڪ ۾ پليل، ٽن ٻارن جي ماءُ، چوٿون ٻارُ پئدا ڪرڻ ٿي چاهي، بنا اِهو سوچڻ سمجهڻ جي تہ هي اخلاقي روپ ۾ صحيح آهي يا نہ؟ ۽ مان، هندستان جي ڄاول، اُتي جي سڀيتا ۽ سنسڪارن کي پنهنجي پريوار مان مليل ورثو سمجهي ڪري اُنهن جو مُلهہ ڪندي پريوار کي جوڙڻ جي ڪوشش ڪندي آهيان، انهيءَ اُميد سان تہ اسانجا سنسڪار اسانجي بنياد کي پختو ڪندا رهندا ۽ اُهي روشن راهون اسانکي سؤلائي سان گمراہ نہ ٿيڻ ڏيندينون. شايد هو هڪ هندستانيءَ جي اِها ئي سوچ رهندي آهي تہ اسانجي سڀيتا، سنسڪرتي پريوار سان شروع ٿي پريوار تي ختم ٿيندي آهي. سنسڪرتي آچرڻن جي طلب رکندي آهي ۽ هن قسم جي سوال منهنجي سامهون هڪ نہ، ڪيترا ئي سوال کڙا ڪري ڇڏيا. بجليءَ جي رفتار سان ڪجهہ سوال ڪجهہ جواب من ۾ ترڻ لڳا.

”اُن ٻار جو پيءُ ڪير آهي؟ “ مون پڇيو.

’منهنجو بواءِ فرينڊ‘ تمام سهج، سرل ڍنگ سان هن جواب ڏنو. اِهو بہ ٻڌايائين تہ گذريل ٽِن سالن کان اُنهن جو پاڻ ۾ لاڳاپو آهي.

”هيءَ هُن جي مرضي آهي يا تنهنجي؟“ مون هن جي اکين ۾ اکيون وجهندي پُڇيو.

”منهنجي...!“ جواب ڏيئي شايد هوءَ منهنجي جواب جو اِنتظار ڪرڻ لڳي.

”ٻار ٿيڻ کان پوءِ ڇا هوُ پيءُ ٿيڻ جي جوابداري کڻندو؟ ڇا هو ٻار جي ڄمڻ کان اڳ تو ساڻ شادي ڪندو؟“ مون هِڪ ئي وقت تي بہ ٽي سوال هن جي اڳيان رکيا. سچ تہ اِهو آهي جو مان سوچ جي سمنڊ ۾ غوتا کائي رهي هيس. اهڙي اوسٿا سان منهنجو واسطو ئي نہ پيو آهي، ڪڏهن! ڏيان تڏهن ٽٽو جڏهن ڪرستيءَ چيو :

”رما، شادي ڪرڻ منهنجي لاءِ ضروري نہ آهي پر ڪو نئون ٻنڌن مونکي جکڙي اِهو مونکي منظور ناهي. جتي مان ٽِن ٻارن کي پالي ٿي

سگهان، اُتي هِڪ ٻئي ڪي سنڀالي ويندس. مان توهان ڪان صرف اِهو ڄاڻڻ ٿي چاهيان تہ ڇا اِهو منهنجي لاءِ ٺيڪ رهندو؟ ۽ توهانجي پنهنجي راءِ اِنهيءَ باري ۾ ڇا آهي؟ مون هِندستان جي پرمپرائن جي باري ۾ گهڻو ڪجهہ ٻڌو آهي، توهان سان گڏ ڪُم ڪندي ڏٺو آهي ۽ محسوس ڪيو آهي تہ توهان پريوار سان جڙيل آهيو ۽ توهان جا ٻار توهان ساڻ! توهان جا ويچار ڄاڻڻ ٿي چاهيان!''

''ڪرستي، هي وشيہ گهڻو نازڪ آهي ۽ ان جو سِڌو سِڌو سنٻنڌ آهي ماءُ سان، چاهي هوءَ هندستان جي هجي يا امريڪا جي. ٻار ٿيندو تہ هوُ تنهنجي سرير جو حصو رهندو ۽ هن جو سنٻنڌ بہ تو ساڻ گهرو رهندو، ڇو جو تون ماءُ آهين ۽ سدائين رهندينءَ. پر ڇا تنهنجا ٿي ٻار هن ٻالڪ ڪي پنهنجو سمجي سگهندا؟ اهڙيون گهڻيون ننڍيون وڏيون ڳالهيون جي پوءِ توکي ڪنهن مصيبت ۾ نہ وجهن، اِهو سوچي سمجهي تون جو بہ فيصلو ڪندينءَ. اِهو فيصلو تنهنجو پنهنجو هوندو. پر هي هِڪُ قدم اڳيان کڻڻ لاءِ تون ٽِن قدمن جو فاصلو پنهنجي پُٺيان ڪڏهن بہ ڇڏڻ نہ چاهيندينءَ. ٻي ڳالهہ، اڳتي هلي زندگيءَ ۾ ڪنهن موڙ تي تنهنجي ڪنهن ٻار اهڙو ئي ڪو قدم کڻڻ چاهيو تہ تون اُنهن ڪي ڪا صلاح يا رهبري نہ ڪري سگهندين. شايد تنهنجي ڪا ڳالهہ هو ٻڌڻ لاءِ تيار نہ ٿين. تڏهن توکي اهو ٻُرو ضرور لڳندو تنهنجي ڪنهن ڳالهہ جي مڃتا نہ هئڻ جي ڪري. هڪ نئين رشتي جي ڪڙي جوڙڻ خاطر تون ڪيتريون پراڻيون ڪڙيون ڪمزور ڪري رهي آهين؟ فيصلو توکي ڪرڻو آهي ڇاڪاڻ جو زندگي تنهنجي آهي، پر تو ساڻ جُڙيل تنهنجا ٽي ٻار بہ تنهنجي جوابداري آهن، اِهو نہ وسارجانءِ!'' مون ڀاونا جي وهڪري ۾ وهندي نہ ڄاڻ ڇا ڇئي ڇڏيو، پر ڏٺم تہ هوءَ سنجيدگيءَ سان منهنجي ڳالهہ ٻُڌي رهي هئي.

''ڪرستي، تون گهڻي سوچ-ويچار ڪان پوءِ اِهو فيصلو ڪر جو تنهنجي دِل ٻولي. جيڪو بہ فيصلو ڪندينءَ. اُن جي ڀلي ۽ بري نتيجي جي تون خود ذميوار رهندينءَ. ڇاڪاڻ جو تون ٻار جي پيءُ کي بہ هن جوابداريءَ ڪان مڪت ڪري رهي آهين. اِنهيءَ ڪري جو بہ ڪرين ٿڌي، دماغ سان سوچي سمجهي ڪر. ڪڏهن ڪڏهن رشتا جوڙڻ ۾ اسين جيتري جلدي ڪندا آهيون، اڳيان هلي اُنهن کي نڀائڻ ۾ ڪا نہ ڪا ڪَسائي رهجي ويندي آهي. اگر رِشتا اسانجي سوارٿ ڪي پورو ڪرڻ تہ پوءِ تہ اُهي ناتا فقط رسم ادائگيءَ لاءِ رهجي ويندا آهن ۽ جتي ڀاوناٺن ۾ ڪا اَهميت ناهي، اُتي اهڙن بنا ڀاوَ جي رشتن جو ڪو بُنياد نہ رهندو آهي. هاڻ تون پنهنجو پاڻ ڪان پُڇ ۽ هرهڪ سوال جو جواب پنهنجي اندر ۾ گِهڙي ڪري ڳولهي آءُ.''

اِئين چئي مون ماٺ ڪري ڇڏي، پر منهنجي من جي مٺنا منهنجي چِت ۾ چُرپر ڪري ڪجهہ چوندي رهي. اسانجي ديش جي سڀيتا ۽ هن ولايتي ملڪ جي سڀيتا جي وِچ جي ليڪ اورانگهي نہ سگهي.

مطلب اِهو تہ آزاد ديش جي آزاد ماڻهن کي هر طرح جي آزادي آهي، پر آزاديءَ جي صحيح استعمال ڪرڻ پابنديءَ جي دائري ۾ ئي سُهڻو ٿو لڳي. آزاديءَ جي باوجود اسان ڪيترا نہ غلام آهيون پنهنجي من جي خواهش جا. من ۾ اِڇا ڄاڳي ناهي اُنهيءَ جي پورتيءَ جا ساڌن جُٽائي ٿا ڇڏيون، پاڻ کي پتوڙي ٿا رکون ۽ جڏهن اُنهيءَ جو ڦل سامهون ٿو اچي تہ مليل آزاديءَ جو صحيح مطلب بہ سمجهہ ۾ ٿو اچي.

ڪرستي مونکي سوچ ۾ پيل ڏسي اُٿي بيٺي ۽ ڌنيواد ڏيندي هلڻ لڳي. مون هن ڏانهن نهاريو تہ مون ڏي نهاري چوڻ لڳي، ''مِس رما مان توهان جي ڳالهہ تي ويچار ضرور ڪنديس، پر اها پڪ آهي تہ مان هن ٻار جي پيءُ کي پنهنجي گهوٽ جو درجو نہ ڏيئي سگهنديس. ۽ مان پنهنجي زندگيءَ ۾ نہ ڪو ٻنڌن ٿي چاهيان ۽ نہ ڪنهنجو دخل. مان پنهنجيءَ محنت جي ٻل تي هِن ٻار جو لالن پالن ڪري ٿي سگهان ۽ سرڪار پاران بہ مونکي گهر جي ڪِرائي ۽ خرچ لاءِ مالي مدد ملي ويندي آهي ڇو جو مان اڪيلي ڪمائيندڙ ماءُ آهيان. ها توهان جي ڳالهين ڪانپوءِ پنهنجن ٽِن ٻارن بابت ضرور سوچينديس. اُنهيءَ رِشتي کي اڃا مضبوط ڪرڻ جي ڪوشش ڪنديس. ڪيئن ڪنديس، اِهو هاڻ سوچينديس. شايد ٻارن سان اِنهيءَ باري ۾ ڳالهہ ڪنديس. هنن جي من جي ڳالهہ ڄاڻڻ جي ڪوشش

ڪنديس. اِها پڪ آهي تہ هن هڪ ڀار ڪي جڳ ۾ آڻڻ خاطر هُنن ٽن ڪي مان پنهنجي زندگيءَ کان جدا نہ ڪنديس... ۽ نہ پنهنجي پريوار ڪي ڇڙوڇڙ ٿيڻ ڏينديس. مان توهانجي ٿورائتي آهيان جو اِنهيءَ پاسي منهنجو ڌيان ڇڪايوَ.'' چئي ڪري هوءَ هلي ويئي. پر مان اڃا ٻُڌ-تر جي غوطن ۾ گهريل رهيس.

ڪرستي پنهنجي تجربي مان پاڻ سکندي. هرڪو باهہ جي تپت پائي، اُنهيءَ جي گرمائش سان واقف ٿيندو آهي. تجربو ڪو مفت ۾ ملڻ واري شيءِ تہ آهي ڪين، وقت ۽ عمر گذارڻي پوندي آهي. هر رشتي سان منهن ڏيندي نڀائڻ جي رسم ادا ڪرڻي پوندي آهي. اِنهيءَ دؤران وچي پتو پوندو آهي تہ رِشتا بہ انيڪ ڀاونائن سان جڙيل هوندا آهن... ڪي پيار جا، ڪي نفرت جا، ڪڏهن خودغرضيءَ جا تہ ڪڏهن غرض جا. هر دؤر مان گذرندي تجربي جو چشمو پائي سڀ ڪجهہ صاف ڏسي ٿو سگهجي. ۽ وري ڪو دوست اگر برائيءَ ۽ ڀلائيءَ جي راهن کي روشن ڪري ڪڏهن اوڙاهہ ۾ ڪِرڻ کان بچڻ جي راهہ ڏسي تہ اُهو سچو دوست هوندو آهي.

ڪرستي بہ رما کي پنهنجو سچو دوست سمجهي هُن کان صلاح وٺڻ آئي ۽ رما بہ هن کي هڪ سُٺي ۽ صحيح صلاح ڏني، جنهن تي هن کي سوچ ويچار ڪري، پنهنجي پيچرن کي سلجهائڻو آهي. تقدير تقدير چئي ڪوئي جوابداريءَ کان مڪت نٿو ٿي سگهي، پر تدبير سان پنهنجي جيون کي سنواري ۽ نکاري ٿو سگهي.

خير، مئي جي مهني ۾ ٻہ مهنا اِسڪول بند ٿيا. مان ڀارت آيس. جڏهن موٽي سيپٽمبر ۾ ڪم تي لڳس تہ مونکي ڪرستيءَ جي جڳهہ تي هڪ ٻي نئين اسسٽنٽ ڏني ويئي. پُڇا ڪرڻ تي پتو پيو تہ آگسٽ ۾ ڪرستيءَ هڪ ٻالڪ (ڇوڪرو) کي جنم ڏنو. سندس وڏي ڌيءَ جا 17 سالن جي هئي ماءُ جو گهر ڇڏي وڃي هڪ ڇوڪري سان رهي آهي، (جنهن کي اڄ 'لِو اِن رليشن شپ' ڪري ٿو ڪوٺيو وڃي. ٻي ڌيءَ جا 13 سالن جي اٿس هاڻ ڏهين درجي ۾ ويئي آهي، ۽ ننڍو پٽ ماءُ کي ڇڏي ور-ور پنهنجي پيءُ جي گهر هليو ويندو آهي. ڪرستيءَ بہ ڪاليج وڃڻ بند ڪري ڇڏيو آهي.



ڪارڻ اِهو آهي تہ گهر جڻ ڇڙوڇڙ ٿي رهيو هو ۽ هن کي سمجهہ ۾ اچا نٿو اچي تہ زندگيءَ جي کهڙي ڪناري کي پڪڙي ۽ کهڙي کي ڇڏي.

رِشتن کي نزاڪت سان سنڀالڻو پوندو آهي چاهي اُهي نوان هجن يا پُراڻا. اها ڳالهہ ڪرستيءَ کي سمجهہ ۾ اچي رهي هئي، ڇاڪاڻ جو سيني رشتن کي جوڙڻ واري ڪڙيءَ کي پختو ڪرڻ جي بجاءِ هن ٻن ٻيڙين ۾ پير رکي پار پوڻ جي ڪوشش ڪئي. رِشتن جو مطلب سوارٿ جي تارازيءَ ۾ توريو. نِسوارٿ ڀاو ۾ تڪ-تور ڪٿي هوندي آهي؟ جتي هوندي آهي اُتي رِشتا بي مطلب جا ٿي ويندا آهن!

•

# 3. شِلا

ها هوءَ شِلا ئي هئي. مان هُن کي سڃاڻڻ ۾ ڪيئن ٿي غلطي ڪري سگهيس ؟ جنهن کي سالن جا سال ڏٺو، گڏ گذاريو، پل-پل ساٿ رهڻ ٿيو، اُها بہ ڪا ڀُلائي ڇڏڻ جهڙي ڳالهہ آهي؟

شِلا هئي بہ اهڙي، ڄڻ ڪنهن شِلپڪار جي تراشيل هڪ جيئري جاڳندي تصوير جا تن جو لِباس پائي هن سنسار ۾ سئر ڪرڻ آئي هجي! جنهن راهہ تان هوءَ گذرندي هئي، گذرڻ وارا بيهجي ويندا هئا، هنن جون اکيون پٿرائجي ويندڙيون هيون، ساهہ رُڪجي ويندو هو. ڄڻ ڪنهن نوُر سان روبرو ٿي رهيا هجن. ها، اُها ئي حوُر پري شِلا، منهنجي پياري ساهيڙي، اڄ مونکان بي خبر ٿي، پاڻ کان بي خبر ٿي واٽ تي هلندي پئي وڃي. اُنهيءَ واٽ تي، جيڪا نہ ڄاڻ ڪيترا ڀيرا اسين ٻئي گڏ هلندي لتاڙي چڪا آهيون.

ٻارهن سال ڪو تمام وڏو سَمو تہ نہ ٿيندو آهي، ڪ انسان ايترو قدُر بدلجي وڃي؟ نہ فقط رنگ-روپ ۾ پر هلڻ-چلڻ ۾ پر چهري جي هاوَن-ڀاوَن ۾، ڄڻ سموري وجود جي ڪايا بدلجي وئي هجي. اُهي ڪاليج جا زمانا بہ واهہ جا هوندا هئا، جڏهن مان ۽ شِلا گڏ وقت گذاريندا هئاسين- هڪ ئي ڪلاس ۾، هڪ ئي ڪمري ۾، ڪڏهن لائبرريءَ ۾، ڪڏهن سِنيما هال ۾...! گهڻو ڪري سمورو وقت گڏ-گڏ رهڻ ٿيندو هو- گڏ کائڻ، گڏ پڙهڻ، گڏ سمهڻ... سڀ ڪجهہ گڏ-گڏ! هر سوچ کان پري آزاد پکيءَ وانگر چمڪندي، هر پل جو آنند ماڻيندي! هر سال ڪاليج ۾ ٽاپ ڪندي...! هاڻ اسان ٻئي فائينل سال ۾ آهيون. ڇئن سالن جو وقت ڪو گهٽ تہ نہ ٿيندو آهي ڪنهن کي ڄاڻڻ-سُڃاڻڻ لاءِ !

”اڙي شِلا...!“ مون هن جي اڳيان وڃي پنهنجائپ سان آواز ڏنو.



خالي-خالي اکيون بنا ڪنهن ڀاوَ مون ڏانهن اُٿيون، وري جهڪيون، ۽ هوءَ قدم وڌائي اڳيان هلڻ لڳي ڄڻ مان ڪا اجنبي هيس. ”شِلا، مان سَوي، تنهنجي ساهيڙي سَوي، سَويتا. ڪيئن آهين؟“ هُن ڄڻ آواز ٻڌو ئي نہ هو. يا چاهيندي ٻڌو-اڻٻڌو ڪري رهي هئي. ڪجهہ اهڙو احساس من ۾ جاڳيو... ڇو جاڳيو ڇئي نٿي سگهان؟ هِن بدلاءَ جي پُٺيان ڪهڙو ڪارڻ ٿي ٿو سگهي؟ هن هيءَ ڪهڙي خاموشيءَ جي چادر ويڙهي ڇڏي آهي، جو منهنجي ڳالهہ هُن جي ڪنن تائين نٿي پهچي؟ هاڻ منهنجي من ۾ عجيب ڀاونائون جاڳڻ لڳيون... هڪ سياٽُ ڪنهن ڪُنڊ ۾ ٻوڙندو رهيو.

”شلا، مان تہ اُها ئي تنهنجي سَوي...سَويتا آهيان، پر تون شِلا هوندي بہ شِلا نہ رهي آهين، اِهو مان نٿي مڃان؟ تون ڪيئن آهين؟ سمير ڪيئن آهي؟“

مون اڻميا سوال هن جي سامهون رکي ڇڏيا. هر سوال تي هُن جي چهري جو رنگ بدلجندو رهيو، ۽ جيڪو ڀاوَن ۾ بدلاءُ آيو، اُن جي آرسيءَ ۾ هوءَ پنهنجي اندر جي سچ کي لڪائي نہ سگهي. چهري تي پريشانيءَ جا ڀاوَ ظاهر ٿيڻ لڳا. اکين ۾ اُداسيءَ جا ڀاڇا گهرا ٿيندا رهيا، ۽ هوءَ پاڻ کي سميٽڻ جي ناڪام ڪوشش ڪندي رهي، ڄڻ تہ هوءَ پنهنجو وجود لڪائڻ جي ڪوشش ۾ لڳي پئي هئي. مون هن جي ڪرائي پڪڙي. هن ڇڏائڻ جي ڪوشش ڪئي تہ مون وڌيڪ پُختگيءَ سان پڪڙي. ها ! هاڻ هن ڇڏائڻ جي ڪوشش نہ ڪئي. شايد پنهنجائپ جي گرميءَ سان پٿر پگهرجڻ لڳو هو.

اُنهيءَ پيار جي تپت ۾ پگهرجي ٿي تہ هوءَ سمير سان گڏ هلي وئي...پري..تمام پري... پنهنجي هڪ نئين دُنيا وسائڻ ۽ پُٺيان ڇڏي وئي مونکي، پنهنجي پياري ساهيڙي سوينا کي. پنهنجي آخري سال جي پڙهائيءَ کي، پنهنجي اينڌڙ سهڻي آئينده کي...سڀ ڪجهہ وکريل-وکريل ئي رهجي ويو پُٺيان. شايد پيار اَنڌو ٿيندو آهي، اُنهيءَ جي پناهہ ۾ هن پنهنجي اُها روشني وِڃائي ڇڏي هئي. جنهن ۾ پنهنجو سونهرو آئينده، پنهنجي زندگيءَ جا اُهي سپنا ڏسي نہ سگهي جن کي پورو ڪرڻ

لاءِ هوُءَ پڙهائي ۾ ڪنهن کي اڳيان وڌڻ نہ ڏيندي هئي! بس پيار ۾ انڌي ٿي هوءَ فقط سمير کي ڏسي پئي سگهي ! اُنهيءَ جي چترڪاري، هن جون اُهي رنگن ۾ ٻُڏل آڱريون جي سدائين ڪئنواس تي پيون ترڪنديون هيون. اُنهن رنگن سان هو پنهنجي آس-پاس جي بي جان نظارن ۾ جان ڦوڪي ڇڏيندو هو. نہ ڄاڻ تہ ڪهڙو خمار هو؟ هڪ اڻڄاڻ چاهت جو جُنون ٿي رهيو هوندو، جو هن پنهنجو جيون سمير جي نالي لکي ڇڏيو.

هڪ ڏينهن اوچتو سمير سان شادي ڪري منهنجي سامهون اچي بيٺي!

”سَوي، مونکي ۽ سمير کي شاديءَ جي واڌائي نہ ڏيندينءَ؟“

”ها...ها... مُبا....مبارڪ هجي!... شادي... پر... اوچتو...!“ منهنجا اکر وات ۾ ئي رهجي ويا.

”ها، اوچتو ئي فيصلو ڪرڻو پيو. سياڻ سمير پنهنجي گهر شملا واپس وڃي رهيو آهي، ۽ مان بہ اُنهيءَ سان گڏ وڃي رهي آهيان!“ چوندي شِلا منهنجي ڳلي ۾ پنهنجين ٻانهن جو هارُ پاتو.

”پر ٻن مهنن کان پوءِ تنهنجو فائينل اِمتحان...“ مون چوڻ ٿي چاهيو، پر چئي نہ سگهيس. شايد شِلا ڄاڻندي بہ اڻڄاڻ بڻجي رهي هئي، يا هوءَ ڪنهن طرح جي دخل اندازي کي ناپسند ڪرڻ جي ڪوشش ڪري رهي هئي. اِنهيءَ ڪري ئي تہ شاديءَ ۾ ڪنهنجي مشوري يا حاضريءَ جي ضرورت محسوس نہ ڪيائين. ها هڪ ڳالهہ صاف هئي، هن جي مٿان سمير جي پيار جو، هُن جي ڪلا جي اِندردَنُشي رنگن جو خمار چڙهيل هو. هوءَ اُنهيءَ وهڪري ۾ وهندي رهي هئي، ڪوئي ٻنڌن اُن کي ٻڌي نہ سگهيو. مان بہ اِهوئي سوچي پنهنجي پوري هوش حواس ۾ اڏورن، ٿاٻرجندڙ لفظن جو سهارو وٺڻ لڳيس.

”سَوي، تون اِن باري ۾ گهڻو نہ سوچ. مون سوچي سمجهي فيصلو ورتو آهي. مان سمير کانسواءِ نٿي رهي سگهان ۽ نہ هوُ مونکان سواءِ. ٻنهي سوچي سمجهي هي فيصلو ورتو آهي. هاڻ مان جيون جا سڀ رنگ ماڻڻ ٿي چاهيان، تِن ۾ پنهنجي آشائن کي رنگڻ ٿي چاهيان...! اِن کانسواءِ ٻيو ڪجهہ بہ سوچڻ نہ ٿي چاهيان، نہ ٻُڌڻ ٿي چاهيان...! هل تہ آخري دفعي



گڏ ويهي ڪري ڪِتي ماني کائون. سياڻ صبح جو شملا جي گاڏي پڪڙڻي آهي. هل تہ هلون.“ چوندي هُن منهنجي ڪرائي نيڪ اُنهيءَ طرح پڪڙي هئي جئَن اڄ مون هن جي پڪڙي آهي.

ڳالهين جي دؤر ۾ ڪاڏو ڪائيندي مون لِڪ چوريءَ سان سمير ڏي نهاريو. ڇڻ هُن کي من جي تهن تائين پهچڻ جي ڪوشش ڪري رهي هيس. اهڙو ڇا هو هُن ۾ جو منهنجي پياري ساهيڙيءَ جي زندگيءَ ۾ طوفان بڻجي آيو ۽ واچوڙي سمان وهائي وٺي وڃي رهيو آهي؟ اسانجي ڪاليج ۾ ٻن مهنن جي لاءِ هوُ ڪلا جي اُستاد، هڪ ماهر چترڪار جي حيثيت سان هڪ ’پراجيڪٽ‘ لاءِ آيل هو. شاگردن کي پنهنجي ڪلا سان واقف ڪرائڻ، رنگن جي باري ۾ وڌيڪ ڄاڻ ڏيڻ هن جو ڪم هو. پر هي ڇا ؟ هن تہ پنهنجو وقت پورو ڪرڻ کان اڳ شلا جي زندگيءَ کي پنهنجي رنگ ۾ رنگي ڇڏيو. رنگن جي ڄاڻ بابت وڌيڪ سجاڳپ هِن کان بهتر ڪنهن کي ٿي ٿي سگهي؟ ۽ هاڻ منهنجي پياري، ساهيڙي شِلا کي پاڻ سان گڏ وٺي پيو وڃي، نيڪ اُنهيءَ طرح جئَن ڪو زبردستيءَ روح کي تن کان جدا ڪري وٺي وڃي رهي هُجي.

مون خود کي اِن سوچ جي دائري مان ڪڍندي سمير ڏانهن نهاريو. هوُ اکيون هيٺ ڪري بي خبريءَ جي حالت ۾ وينو رهيو، ڇڻ هِن معاملي سان هن کي ڪجهہ ڏيڻو-وٺڻو نہ هو. مان هِن نئين سمسيا جي سماڌان جا رستا ڳولهڻ لڳس، جنهن مان شِلا کي پنهنجي ايندڙ سياڻ جون روشن راهون ڏسڻ ۾ اچن. پر هوءَ تہ ان ٿاريءَ کي ڪپڻ لاءِ آتُر هئي جنهن تي هن جو آئينو ٽڪيل هو. مون بند درن کي دستڪ ڏيڻ جي ڪوشش ۾ سمير ڏانهن رُخ ڪندي چيو، ”سمير، برو نہ مڃجنئہ، هڪ ڳالهہ ضرور چوڻ چاهينديس. ڇا تون شِلا جي خاطر بہ مهنا ٻيا نٿو ترسي سگهين، جئَن شلا پنهنجي پڙهڻ جي جوابداري نڀائي سگهي؟ جيون پر ساٿ نڀائڻ جي لاءِ ضروري تہ ناهي تہ اسين زندگيءَ سان کِلواڙ ڪريون. پڙهائي تہ جيون کي روشن ڪندي آهي، اُنهيءَ کي هيئَن اڌ ۾...؟ ”منهنجا اکر بہ بس ٿاٻڙجندي ماٺ ۾ پئجي ويا.

”سَويتا جي، هيءُ فيصلو شِلا جو آهي، منهنجو نہ! مان هن فيصلي سان گهڻو خوش تہ ناهيان، پر زندگيءَ سان تمام خوش آهيان. شِلا منهنجيءَ ڪلا جي آڌار-شلا آهي، منهنجي پريرڻا ٿي ڪري، منهنجي سفر ۾ همسفر ٿي ڪري ساڻ-ساڻ هلندي، اِها منهنجي خوش-قسمتي آهي.“

”پر...!“ مان هڪ اکر وڌيڪ نہ چئي سگهيس. اڌورو اُڌم اڌورو رهيو. شِلا جي اکين جي اِشاري جي مات، مونکي ڪجهہ نہ چوڻ جو سنديش ڏيئي مات ڪرائي ڇڏيو.

بس هوءَ هلي وئي، پنهنجي سپنن جي راجڪمار سان گڏ اُن سونهري دنيا ۾ جتي جيون جا اِندر ڌنش شايد رنگن سان ڀرجي ويندا آهن. ڪلپنا ۽ سچائيءَ جي وِچ جا فاصلا شايد رنگن سان ڀرجي ويندا آهن. خير هوءَ اِئين هلي وئي ڄڻ بي مؤسم جي آنڌيءَ هن کي اُکوڙي ڦِٽي ڪيو هجي... ۽ ... بس سڀ ڌنڌلو ڌنڌلو ٿيندو ويو. ڏينهن گذريا، مهنا گذريا ۽ سال بہ گذرندا ويا... هڪ نہ، ٻہ نہ. پورا يارهان سال! ۽ اِنهيءَ دواران اَهڙو هڪ ڏينهن بہ نہ گذريو جو رات جو سمهڻ کان اڳ مون هن کي ياد نہ ڪيو هجي!

هن جي وڃڻ کانپوءِ منهنجو من بہ ويران ٿي ويو. اُداسيءَ ۽ تنهائيءَ من ۾ ڏيرو ڄمائي ورتو. پر مون حالات سان جنگ جوٽيندي امتحان ڏنو. ۽ بس تنهن کان پوءِ پنهنجي گهر هلي ويس...! ٻن مهنن کانپوءِ اخبار ۾ پنهنجي پاس ٿيڻ جي خبر جي خوشي ايتري نہ ٿي، جيترو شِلا جي امتحان نہ ڏيڻ جو ڏُک ٿيو. مون نوڪريءَ جون عرضيون موڪليون ۽ گهڻا هٿ پير هڻڻ کانپوءِ هڪ هوٽل ۾ رسيپشنسٽ جي نؤڪري ملي ويئي. نؤڪري منهنجي منپسند تہ نہ هئي، پر من کي رُڌل رکڻ لاءِ مون اُها سويڪار ڪئي، جئن ماڻهن جي وچ ۾ منهنجي اُداسي ڪجهہ گهٽ ٿي وڃي، دل تي اُڪريل اڻوٽندڙ عڪس ڪجهہ ڌنڌلا ٿي وڃن ۽ مان پنهنجي جيون جي چٽي راهہ ڏسي سگهان.

سوچ جو سلسلو ساڻ هو. هٿ ۾ پڪڙيل هُن جي ڪرائي ۽ هم قدم اسانجي چال. آخر مون ڇِڪي ڪري هُن کي هِڪ وڻ جي هيٺان زوريءَ وِهاريو ۽ مان هن جي پير ۾ ويهي رهيس ۽ جئن اسين اڪثر ڇانو ۾ وهڻ



خاطر وڻ جي اوٽ وٺندا هياسين. تڏهن اسانجون اکيون هڪ ٻئي جي اکين سان ملي ڪري مرڪنديون هيون، پر اڄ اُهي هڪ ٻئي کان ڪنارو ڪنديون رهيون.

”هاڻ ٻڌاءِ شِلا، شملا کان ايترو پري، هن شهر ۾ تون ڪيئن آئي آهين ۽ ڇو آئي آهين؟ ۽ سمير ڪٿي آهي؟ هاڻ ڇو نہ آيو آهي؟“ اڻچاٽائيءَ ۾ مون اڻميا سوال هڪ ٻئي پُٺيان پُڇي ڇڏيا ۽ جواب جي طلب ۾ هن جي منهن ڏانهن نهارڻ لڳيس.

هن جا چَپَ چُپ رهيا. ڪيڏانهن ويئي هُن جي اُها چنچلتا جڏهن هوءَ سڀ ڪجهہ ڀُلائي سمير سان شادي ڪري سامهون اچي ڪري واڌايون وراڻڻ جون ڳالهيون ڪندي رهي هئي. ڪيڏانهن ويئي اُها شدت جا آسمان جي اونچاين کي ڇُهندي هئي؟

”جن واديُن ۾ رهڻو ناهي، اُنهن مان وري گذرڻ جو مطلب شِلا ؟“ مون وري هُن جي من کي ٽٽولي اُکيڙڻ جي ڪوشش ڪئي.

جواب ۾ هنجي هِرڻيءَ جهڙين اکين جي سِپ مان ڪجهہ موتي لڙي آيا، جن کي چاهيندي بہ مان پنهنجي دامن ۾ سميٽي نہ سگهيس. ۽ نہ شِلا ئي تِن کي روڪڻ جي ڪوشش ڪئي. بس خشڪ سيلاب ۾ هوءَ ڪيترو ٻُڏي، ڪيترو اُپري، اِهو صرف هن جو من ٿو ڄاڻي. مات کي ٽوڙيندي هن اُٿندي چيو - هلُ سَوي، ڪٿي ويهي چانهہ ٿا پيون!“

چانهہ جي اُن دؤر ۾ هُن نہ ڄاڻ ڪيترن لڙڪن جو ساغر پيتو. پوءِ بہ اڻپوري اُڃ لفظن ۾ ٿاهہ پائڻ لاءِ آتي هئي. شِلا پنهنجي درد تي قابو رکڻ جي ڪوشش ڪندي ايترو چيو، ”سَوي، مان تہ هن جي لاءِ بس ٽوُلِڪا تي پڪڙيل رنگن جو هڪ نُڪتو هيس.“

”هيس... مطلب...؟“ مون مونجهاري کان ٻاهر نڪرڻ لاءِ سوال ڪيو.

”ها هيس، هاڻ ناهيان!“ پنهنجائپ جي گرمائش ڄميل درد کي پگهرجڻ ۾ مدد ڪئي. اکين مان آب وهائيندي شلا پنهنجي آپ-بيتي ٻڌائيندي چوندي رهي، ”اِهو سچ آهي سويتا،جهڙي طرح هُن منهنجي تصوير ۾ رنگ ڀري مونکي سجايو، پنهنجي هُنر سان نزاڪت ڀرئي انداز

۾ مونکي پيش ڪيو، تنهن کي ڏسي حُسن جي ديوانن سمير جي ڪلا جي ڪاريگريءَ تي فدا ٿي اُهي تصويرون خريدڻ شروع ڪيون. گهربل دام جي تصويرون وڪامنديون رهيون. هڪ وڪامجندي هئي تہ ٻي ٺاهڻ جو جنون هن تي سوار ٿي ويندو هو. نہ هو ڏينهن ڏسندو هو نہ رات... بس هڪ ئي ڀوُت هن تي حاوي رهندو هو. منهنجي هرهڪ انگ جي نمائش اهڙي ڍنگ سان ڪندو هيو جو، ڄڻ هُن تصوير کي امر ٺاهي ڇڏڻ جي چاهت هجي. دؤلت جو نشو ڏينهن کان وڌيڪ سمير جي راتين کي رنگين بڻائڻ لڳو. ڏينهن جي وقت مان هن جي پريرٽا بڻجي ڪَلاڪن جا ڪَلاڪ هن جي سامهون وِهندي هُيس، ۽ هو ماپ-تور ڪندي نہ ڄاڻ ڇا ڇا ڪٽي منهنجي سرير جي هڪ-هڪ انگ کي نمايان ڪندو رهيو. تصويرون وڪامنديون رهيون ۽ هوُ دؤلت جي جهنڪار ۾ گم ٿيندو رهيو. ڏن جو وهڪرو ايترو تيز هو جو هو اُن جي نشي جي ٻوڏ ۾ هو مونکي بہ هڪ بيجان صورت سمجهي پنهنجي سوارٿ جي چانئٺ تي ٻلي چاڙهڻ جا نوان رشتا تلاش ڪندو رهيو. سچ ٿي چوان سَوي، هُن جي سوارٿ جي چانئٺ تي مان هڪ پيرو نہ، ڪيترا ئي پيرا مري جيئري ٿيندي هيس. تِر-تِر ڪري جيئندي رهيس، مرندي رهيس ۽ وقت آيو جو مان بِنا ڪنهن احساس جي ڄڻ ڪا پٿر جي تصوير بڻجي پيس. مان تنهنجي اُها ساهيڙي تہ نہ رهيس، جا پنهنجو پاڻ توسان خود کي ونڊيندي هئي. ها هاڻ هڪڙي پڃل-پُريل... ٻِکريل شِلا ذرڙو ٿي پئي آهيان جنهنجا ذرڙا-ذرڙا وقت جي بي درد-جسماني مار کي برداشت ڪندي پُرندا ٿا وڃن. اُها شِلا، جا پنهنجي آن-بان ۽ غرور سان جيئندي هئي، هاڻ هڪ کنڊهر...!'' چئي هوُءَ اوڇنگارون ڏيئي رُئڻ لڳي.

بس اٽڇيل لفظن سمورو خال پري ڇڏيو. لڙڪن اٽڇيل جي پرپائي ڪئي. مونکي لڳو ڄڻ شِلا ٽُٽي چڪي هئي. ڄڻ مون مان اُن پراڻي دوستيءَ جي اُميد اڃا باقي هيس... هڪ دوست جي آنچل جي گرمائش، اُهوئي نسوارٿ سپرش !

مون هُن کي ٻانهن ۾ پريندي پنهنجو پاڻ سان اهڙي طرح جوڙيو ڄڻ



هوءَ ڪڏهن مونکان جدا نہ هئي. هن کي اُن پراڻيءَ دوستيءَ جي طلب اڃا باقي هئي. موت ۾ هُن جو منهنجي گلي لڳڻ، لڳي ڪري رئڻ، رئندي رُئندي ڪِلڻ، ڪنهن حد تائين هُن جي ٻکراوَ کي سميٽڻ جو سبب ٿيندو رهيو.

پيار جو ڇُهاءُ ۽ دوستيءَ جي ڇانوَ ڪارگر ٿيا. پناه پائيندي ئي وقت جي ملم سان هوءَ ڏيري-ڏيري بهتر ۽ اڃا بهتر ۽ اڃا بهتر ٿيڻ لڳي. سج لهندي لهندي، پکڙيل سمورا قدرتي رنگ ڄڻ شِلا جي تن کي رنگيندا ويا. مونکي پنهنجي پياري ساهيڙي واپس ملي ويئي هئي. ڦڙو ساگر ۾ سمائجي ويو! آڪاش ۾ بادل ڇٽجي ويا. نظر ۾ ڪائنات جي وارٽنا سمائجي ويئي.

اُفق جي هن پر، ستارن ڀريل آڪاش صاف نظر اچي رهيو هو. ڪڏهن ٻپهرن مان شام ۽ شام مان رات ٿي خبر ئي نہ پيئي.



# 4. جيئڻ جي ڪلا

پيرن ۾ ٻڌل گهنگرن سان ڇم ڇم ڪندي هرڻيءَ جي چال وانگر ٿرڪندي سنگيت جي هاوَ-ڀاوَ سان تال ميل رکندي نرتيه ڪندي رهي. نرتيه پوري ٿيڻ ڪانپوءِ تاڙين جي گڙگڙاهٽ سان گڏ 'ونس مور' 'ونس مور' طور آواز گونجندو رهيو. اچانڪ سڀ آواز بند ٿي ويا. جيئن تيز رفتار ۾ هلندڙ گاڏيءَ کي اوچتو بريڪ لڳي هجي.

اِسٽيج جو پردو جيڪو ڊانس ڪانپوءِ هيٺ ڪريو هو، واپس مٿي ٿيو ۽ درشڪن جون نگاهون اِسٽيج ڏانهن کڄي ويون. اُنهن جي من پسند ڪلاڪار، ڪيترين ئي دلين جي ڌڙڪن نرتيه ميوري پورنيما هنن جي سامهون بيٺي هئي، پر هيءُ ڇا؟ رنگ روپ بگڙيل، چهري تي پگهر جون بوندون، اکين جي روشني اُجهاميل ڇو؟ چپن جي لاليءَ جي بدران ڪاراڻ ۽ ڳلن تي ڄڻ ڪنهن هٿڌ هاري ڇڏي هجيس. مرجهايل مسڪراهٽ چپن تي، لاليءَ جي بدران ڪاراڻ! هوءَ سهارو وٺي بيٺي. ڇا هُئي ڄڻ لڙڪڙائي ڪرڻ کان بچڻ لاءِ اُنهن جو سهارو ورتو هئائين. هوُءَ ڪجهه وقت اڳ هرڻيءَ وانگر ڇلانگون هڻي رهي هئي سا هِن وقت سهاري جي محتاج ڇو آهي؟

هرهڪ جي من ۾ سوالن مٿان سوال اڀري رهيا هئا، جوابن جي طلب ۾! پر سڀ چُپ، سيني تي سناٽي جي پرت چڙهيل هئي. 'ونس مور' 'ونس مور' چوندڙ زبانن تي ڄڻ تالا لڳل هئا. اِن سناٽي کي ٽوڙيو هڪ ڄاتل سڃاتل لرزندڙ آواز. اِهو آواز پورنيما جي ماءُ نرملا ديويءَ جو هو، جيڪا پورنيما جو سهارو بڻجي، هٿ جوڙي اِسٽيج تي بيٺي هئي. هن جون اکيون آنسن سان تر هيون.

''پيارا دوستو، مان پنهنجي ۽ توهانجي پياري ڪلاڪار پورنيما جي طرفان توهان کان معافي ٿي گهران. اڄ پهريون ڀيرو توهانجي فرمائش



پوري نه ڪئي آهي. اِن کان وڌيڪ دک ان ڳالهه جو آهي ته منهنجي ڌيءَ جو دک توهانجي دک جو ڪارڻ بڻيو آهي. پورنيما دل جي مريض آهي ۽ هاڻي دل جي دؤري پنهنجو اثر ڏيکاري هن کي هن حال ۾ اسانجي سامهون اچي بيهاريو آهي. اِن ۾ شايد توهانجون دعائون ۽ شڀ ڪامنائون هيون. هوءَ توهان جي سامهون نرتيه ڪري سگهي. هاڻ اسان کي اجازت ڏيو. پورنيما جي ڊاڪٽر به اچي پهتي آهي. ايترو چوندي پورنيما جي ماءُ سهارو ڏيئي کيس اِسٽريچر تي ليٽايو جيڪو اِسٽيج تي آندو ويو هو.

ڊاڪٽر ممتا اُتيئي پورنيما جي چڪاس ڪرڻ شروع ڪري ڇڏي ۽ ڏسندي ڏسندي اُتي گوڙ شور مچي ويو. اِسٽريچر اِسپتال جي گاڏيءَ ۾ رکيو ويو ۽ گاڏي اڳيان وڌندي اکين کان اوجل ٿي ويئي. پٺيان رهجي ويو چاهيندڙن جو قافلو، جن جا هٿ دعا لاءِ کڄيل هئا. بنا ڪجهه چوڻ جي دل ئي دل ۾ ڪيل پرارٿنا سائينءَ جي در پهچندي آهي. سچي من مان نڪتل اِها بي لفظ بندگي خالي دامن کي ڀرڻ جو هڪ سچو ساڌن آهي. اِها دل مان نڪتل پرارٿنا چوڻ کان پهرين ٻڌي ويندي آهي. هر اڻ چيل سوال جو جواب دل کي راحت بخشيندو آهي. دوا کان اڳ دعا جي دؤلت سان اِنسان مالا مال ٿي پوندو آهي.

ٿوري دير ۾ هال خالي ٿي ويو، نه ڪو آواز، نه ڪو شور، بس خاموشي رهجي ويئي. ائين لڳو ڄڻ ڪوئي مندر مان، ڪوئي گِرجا مان، ته ڪوئي مسجد مان مالڪ کان دعائون وٺي نڪتو هو، اُنهيءَ ڪلاڪار لاءِ جيڪا درشڪن جي دلين ۾ دڙڪن جو سنچار ڪندي رهي، اڄ اُها ئي ڪلاڪار پنهنجيءَ دل جي علاج لاءِ اِسپتال ڏانهن وڃي رهي آهي.

نرملا ديوي آءِ.سي.يو (ICU) جي ٻاهر بيچينيءَ سان لڳاتار اچ وڃ ڪري رهي هئي. هن کي ڌيءُ جي پيڙا جو احساس هو. هيءُ پهريون ڀيرو نه هو جو اهڙي گهٽنا گهٽي هجي. پهرين به ٻه ڀيرا نرتيه ڪندي پورنيما سان اِهان ويدن ٿي چڪي هئي. پهريون ڀيرو جڏهن هوءَ مئٽرڪ ۾ پڙهندي هئي. پهرئين ڀيري ڊاڪٽر جاچ ڪري ٻڌايو هو ته پورنيما جي دل ۾ سوراخ آهي، جيڪو عمر سان گڏ وڌندو رهندو. جڏهن به دل جي ڌڙڪن

وڌندي، تہ اُن جي پريشر (Pressure) پوڻ جو دٻ وڌي ويندو. ڊاڪٽرن نرملا ديويءَ کي ان ڳالھہ کان بہ آگاھہ ڪيو تہ نرتيہ پورنيما لاءِ خطرو پئدا ڪري ٿو سگھي. نچندي وقت دل جي ڌڙڪن اينتري تيز ٿي ويندي آهي جو عام اِنسان کي بہ آڪسيجن جي ضرورت پوندي آهي. اِن حقيقت کي نرملا ديويءَ ماءُ هئڻ جي ناتي سمجھيو، ڀوڳيو ۽ سٺو آهي. دل سان جڙيل درد هوءَ ڄاڻندي هئي. پر هوءَ ماءُ ٿي ڪري بہ پنهنجي ڌيءُ لاءِ ڪجھہ نہ ڪري سگھڻ جي بيوسيءَ کي محسوس ڪندي هئي.

پنجن سالن جي عمر کان پورنيما نرتيہ ڪلا جي سکيا، تعليم وٺڻ شروع ڪئي. ڳائڻ ۽ نچڻ ٻئي گڏ گڏ سِکندي رهي، پر جلد ئي ڳائڻ جو موھہ تياڳڻو پيو، ڇو تہ ڳائڻ وقت ساھ روڪي سُر لڳائڻ ۾ تڪليف ٿي رهي هيس ۽ بنا رياض جي سنگيت ڪيئن پورو ٿيندو؟ پر نرتيہ کي پورنيما ڪڏهن بہ پاڻ کان جدا نہ ڪري سگھي. ماءُ جي منع ڪرڻ تي چوندي هئي: ”اگر مان شرير آهيان تہ نرتيہ منهنجي آتما آهي. اگر آتما شرير کان الڳ ڪبي تہ شرير مردو ٿي ويندو. جي نرتيہ مونکان ڇڏايو ويندو تہ مان مري ويندس.“ بس اِتي اچي ماءُ تہ نہ، پر ماءُ جي ممتا ضرور هارائجي ويندي هئي.

پورنيما جڏهن مئٽرڪ ۾ هئي نہ الوداعي پارٽيءَ ۾ نرتيہ جو بہ پروگرام رکيل هو. ماءُ ۽ ڊاڪٽرياڻيءَ جي چوڻ کي نظرانداز ڪري هن نرتيہ ۾ ڀاڱ ورتو. رياض ڪندي ڪندي هوءَ ٿڪجي پوندي هئي، پر جيئن پيار ۽ جنگ ۾ سڀ روا آهي، تيئن پورنيما کي بہ لڳو تہ زندگيءَ سان گڏ موت جي ڇايا بہ هن سان گڏ آهي ۽ اُن سان مقابلو ڪرڻ بہ هڪ جنگ آهي. ڪوشش ڪرڻ اگر ڪرم ۾ آهي، تہ ڪرم ڪيئن بي واجب ٿي ٿو سگھي. اُنهيءَ جي ڦل جو سواد تہ چکڻو آهي. اِن ترڪ سان هوءَ پاڻ کي ۽ ماءُ کي تسليٰ ڏيندي رهندي هئي. ان سنگھرش جي راھہ تي ڪڏهن ڊوڙندي، ڪڏهن نچندي، ڪڏهن اِسٽريچر تي ليٽندي، پنهنجي اِن شوق کي سنگھرش جو حصو سمجھي، همٿ سان اڳيان وڌندي رهي. هن جي اهڙي جُنون کي ڏسي علاج ڪرڻ وارا ڊاڪٽر حيران ٿي ويندا هئا.



ڊاڪٽر ممتا گھڻو ڪري نرتيہ جي هر پروگرام ۾ پورنيما جي ماءُ سان گڏ هوندي هئي. نہ ڄاڻ ڪڏهن هن جي ضرورت پئجي وڃي. ڪڏهن ڪڏهن تہ محسوس ٿيندو هو تہ ڄاڻ ٿي ڌڙڪن رُڪي، پر ائين ٿيندو ڪونہ هو. پورنيما جو شرير روپي تن من، ميوُر روپي، آتما، هڪ لئہ ۽ تال ۾ پيا نچندا هئا، سواسن جو ساٿ نڀائيندا هئا.

پنهنجي شوق کي برقرار رکڻ لاءِ پورنيما جيڪي مثال ڏيندي هئي سي ٻڌي ڊاڪٽر بہ حيران ٿي ويندا هئا. ”مئڊم، توهان مريض سان ملي ٿا سگھو.“ نرس اچي هنن کي سوچنا ڏيئي ويئي.

نرملا ديويءَ اندر اچي ڌيءُ جي چهري تي اهڙو نوُر ڏٺو جڻ اجنتا-ايلورا جي مورتيءَ ۾ ڪنهن جان ڦوڪي هجي. پورنيما جي پيشاني چمڪي رهي هئي. اکين ۾ آلاڻ، چپن تي جيون جي سچ ۽ وشواس جي مرڪ مهڪي رهي هئي.

نرملا ديويءَ اڳيان جُھڪي هن جي پيشاني چمندي چيو، ”ايندڙ مهني جي پورنماسيءَ جي رات لاءِ ڪلا ڪيندر وارا تاريخ پيا گھرن، ڇا چوان تِن کي؟“

”اُهو ئي چئين جيڪو هميشه چوندي آهين. تنهنجي آسيس سان ئي مان تنهنجي هر دٻ کي ڪوڙو ثابت ڪري تنهنجي ناراضگيءَ کان بچي ويندي آهيان. اِن ڪري تون خوشيءَ سان ’ها‘ ڪري ڇڏ! بہ ٽي ڏينهن هتي آرام، بہ ٽي ڏينهن گھر ۾ آرام، پوءِ وري سلسليوار ٽڪاوٽ. هر پڙاو تي ويهڻ، ساهي پٽڻ ۽ اڳيان وڌڻ. منزل تي نظر رکي اڳيان وڌڻ ئي جيون آهي. امان! منهنجي پياري امان! ائين هلڻ ڏي هن سلسلي کي. ها پر هڪڙو شرط آهي، تہ هن سفر ۾ تون منهنجي همسفر رهندينءَ. منهنجي حياتيءَ جي ٻيڙي کي تون ئي پار لڳائڻ واري آهين“ اينترو چئي پورنيما اکيون بند ڪري ڇڏيون. سچ پچ هُن کي آرام جي ضرورت هئي. ”بس بابا، هاڻي بس ڪر. مون کي خبر آهي تون سياڻي ۽ گُڻي آهين هاڻ ٿوري دير آرام ڪر.“ چئي نرملا هن جي متي تي پيار ڀريو هٿ ڦيريو. هُن کي يقين هو تہ پورنيما پنهنجي جيئڻ جي مقصد کي سڃاتو آهي ۽ جيون جيئڻ جي ڪلا ۾ بہ ماهر ٿي ويئي آهي.

# 5. ... ۽ مان وڏي ٿي ويس

چنچلتا ۽ نٽکٽتا هُن جي نَس نَس ۾ سمايل هئي، جا پنهنجيءَ جوانيءَ جو اظهار ڪنهن نہ ڪنهن طرح پئي ظاهر ڪندي هئي، پوءِ چاهي اُهو هُن جي اُٿڻ وِهڻ جو ڍنگ هجي چاهي ڳالهہ-ٻولهہ جو ڍنگ.

’’هاڻ مان بہ چوٽيون چو نٿي ڪري سگهان. پر ٻُڌاءِ نہ... چو...؟‘‘

’’چو تہ تون هاڻي وڏي ٿي ويئي آهين!‘‘

’’تہ وڏي ٿيڻ ڪانپوءِ بہ چوٽيون ڪرڻ منع آهن ڇا ؟‘‘

’’اڙي چري، منع تہ ناهي، پر هڪ عمر ۾ اوستائون بدلجنديون آهن. رِشتا بدلجندا آهن، پر رِشتن جا نالا بدلجي ويندا آهن. اُن وقت جي بدلاوَ سان گڏ اُٿڻ-وهڻ، هلڻ-چلڻ جو طريقو بدلڻو بہ تہ بدلڻو پوندو آهي يا نہ؟‘‘ ماءُ ائين چئي مِنيءَ کي چُپ ڪرائڻ چاهيو.

’’تنهنجو مطلب آهي تہ رِشتن جي نالن بدلجڻ سان اَسان کي بہ بدلجڻو پوندو آهي.‘‘

’’اڙي بابا، تو ساڻ تہ ڳالهہ ڪرڻ تمام مشڪل آهي. تندُ مان تار ڪڍڻ تي لڳي وڃين. پٽ دنياداريءَ جي اوچ-نيچ ۽ ڳالهين جي باري ۾ مان توکي نہ سمجهائينديس تہ ٻيو ڪير اچي توکي سمجهائيندو؟‘‘ ماءُ مِنيءَ جي مٿي ۾ تيل وجهي، وارن کي لساريندي رهي ۽ جڏهن بہ اِئين ڪندي هئي تہ مِنيءَ کي گهڻو آنند ملندو هو. پر اڄ ماءُ هي کهڙيون ڳالهيون ڪٽي ويٺي هئي. هوءَ سوچڻ لڳي. ’’پر امان، اڄ تون هي ڳالهيون چو ڪٽي ويٺي آهين؟‘‘ مِنيءَ پنهنجو مٿو کنهندي چيو.

’’اِنهيءَ ڪري جو هاڻ تون ننڍي ناهين! جڏهن ڇوڪريون وڏيون ٿي وينديون آهن تہ اُنهن کي عوَرت جي نالي سان سڏيو ويندو آهي ۽ هر عوَرت بدلاءُ ٿي چاهي.‘‘ ماءُ مِنيءَ جي اکين ۾ اکيون وجهندي چيو.



’’تون چاهين ٿي تہ دنيا جون سڀ ڇوڪريون جڏهن زالون ٿي وڃن، تہ هو سڀ پلجي وڃن، کِلڻ، مُرڪڻ، ڪٻٽي-ڪٻٽي، لنگڙيءَ راند ڪرڻ، تون-تون، مان-مان جيڪي رانديون هوُ ٻالپڻ کان وٺي اڄ تائين ڪنديون رهيون آهن ۽ سڀ تو وانگر بڻجي پون، ٻن پڙن جي وِچ ۾ پيسجڻ وارو هڪ ان جو داڻو؟ ڇا ڇوڪريءَ جو جيون صرف ناري ٿيڻ ۾ ناهي. اِهو ئي تہ وردان سهج روپ ۾ هُنکي مليو آهي؟ ڇا هر ڪنهن شاديءَ جو انت اِهو ئي آهي. گهوٽ جي سيوا، هن جي ماءُ-پيءُ جي پيرن کي زور ڏيڻ، هن جي ٻارن کي جنم ڏيڻ، اُنهن کي نپائڻ، اُنهن جي سار سنڀال ڪرڻ، اسڪول موڪلڻ، اُنهن جي هر ضرورت جو ۽ گُهرجن جو ڌيان رکڻ، ڪجهہ اهڙيءَ طرح جو پنهنجي خود جي هستي ئي وسري وڃي. بس پاڻ ئي انُ ۽ پاڻي ٿي جنڊُ تي هلندي رهي، پيسجندي رهي، جئن ڪا پڳل-ٽٽل ٻيڙي ۽ مهاڪال جي گرداب ۾!‘‘

’’هي تون ڇا چئي رهي آهين مِني؟ ڇا ٿي ويو آهي توکي، اِهو تہ باغي سوچ آهي. پريوار جي لاءِ پنهنجو پاڻ کي سمرپت ڪرڻ قرباني ناهي، اهو تہ فرض آهي. هو منهنجا آهن ۽ اُنهن جو پريوار منهنجو!‘‘

’’اهو تون چئي رهي آهين امان؟‘‘

’’چو ڪجهہ غلط چيو مون؟ ماءُ هن ڏانهن نهاريندي چيو.

’’امان، هاڻ مان ايتري بہ ننڍڙي آهيان جو اِهو بہ نہ سمجهي سگهان! تون جنهن جي ڳالهہ ڪري رهي آهين، اُهو منهنجو پيءُ هوندي بہ ڄڻ منهنجو پيءُ ناهي. اُن کي تہ اِها بہ خبر ناهي تہ مان کهڙي درجي ۾ پڙهندي آهيان، منهنجو ننڍو ڀاءُ کهڙي اسڪول ۾ ويندو آهي. ڇا پڙهندو آهي، ڇا ڪندو آهي...! بس سال ۾ هڪ بہ دفعو جڏهن هن کي هوش هوندو آهي تہ پڇي وٺندو آهي- ’’پڙهائي ڪيئن پئي هلي؟‘‘ ۽ مٿان بس صلاح گهٽ، بس حُڪم ڏيندي هلندا ويندا آهن- ’’ماءُ جي ڳالهہ ٻُڌندا ۽ مڃيندا ڪريو.‘‘ منيءَ پنهنجيءَ عمر جي باغي سوچ کي اوتيندي چيو.

ماءُ جي ماٺ ڏسي هوءَ هن کي ڇيڙڻ جي ڪوشش ڪندي رهي تہ جئن ماءُ جي من جي پروڙ پوي.

’’امان، تون تہ ائين چئي رهي آهين ڄڻ هو ڪڏهن تنهنجي ڳالهہ ٻڌندو آهي ۽ مڃيندو آهي. مونکي تہ لڳندو آهي تہ هن کي شراب جي نشي ۾ هن جوان ماڪيءَ جي مک جي خماريءَ ۾ ٻيو ڪجهہ ياد ئي نہ رهندو آهي. بس جنهن وقت ڏس بس ’گرمکي‘ جي موهہ ڄار ۾ ڦاٿا پيا هوندا. ڇا اِنهي کي تون فرض چوندي آهين جو فقط هڪ طرفو آهي ۽ جنهن کي نڀائڻ لاءِ تو پاڻ جيئڻ وساري ڇڏيو آهي.‘‘

’’پُٽ، پنهنجي گهر جي لڄ ۽ مريادا رکڻ رکائڻ صرف ناريءَ جي جوابداري ٿيندي آهي، ڇو جو هوءَ سيني رِشتن کان وڌيڪ ممتا جي ناتي کي وڌيڪ مڃيندي آهي. مونکي تنهنجي گهڻي چنتا رهندي آهي. اِهوئي ڪارڻ آهي جو مان ڪنهن ڳالهہ تي گهڻو بحث نہ ڪندي آهيان، بس خيرخواهيءَ جون دُعائون گُهرندي رهندي آهيان!‘‘

’’پر گهر کي گهرُ ٺاهڻ جي ذميداري ڇا فقط تنهنجي آهي امان؟‘‘ مني هاڻي ماءُ جي من کي کوٽڻ لڳي.

’’.........!‘‘

’’ڇا سوچي رهي آهين امان‘‘ منيءَ ڄڻ قسم کاڌو هو تہ ماءُ جي من جي ڳالهہ ڄاڻڻ جي لاءِ هوءَ هن جي دل جي تهن کي اُکيريندي رهندي، جيسين هوءَ من جي ڳالهہ نہ ٻڌائيندي.‘‘

’’مني رِشتن ۾ اگر نڀائڻ کان وڌيڪ برداشت ڪرڻ جو وقت ايندو آهي تہ اُهي رِشتا خلش ڏيندا آهن. پوءِ بہ انهن وٽندڙ ۽ اڻ وٽندڙ احساس ساٽن جيئڻو پوندو آهي. ڪڏهن تہ ڪتي ڌڪا ڏيئي گاڏيءَ کي اڳيان وڌائڻو پوندو آهي.‘‘

’’پر امان رِشتن ۾ تہ پيار هوندو آهي. پنهنجائپ هوندي آهي، جوابداريون ۽ فرض هوندا آهن. جيڪي سيني کي گڏجي برابر برابر نڀائڻا پوندا آهن. زال مڙس تہ هڪٻئي جا آڌار هوندا آهن. هڪٻئي کي پورڻتا بخشيندا آهن. ائين تہ پورائي آهي نہ امان...‘‘

ماءُ جي زبان تي هاڻ تالا لڳي ويا. سچ ئي تہ چئي رهي آهي. مِني ڏسڻ ۾ هوءَ چلولي، پر سمجهہ ۾ تيز، سمجهہ واري دنيا جي هر ريت ۽



رسم کان واقف هڪ تيز سوُجهہ رکڻ واري. ڏهين درجي ۾ پڙهي رهي آهي پر دنياداريءَ کي سمجهندي بہ نہ سمجهڻ جو ڏيکاءَ پيئي ڪندي آهي.

مِني پنهنجيءَ ماءُ جي سکي آهي. هن جي هلڻ چلڻ ڳالهائڻ مان هن جي من جي حالت پڙهي وٺندي هوندي. من جي اونهاين ۾ لڪيل زخمن جي ڦٽن کي پنهنجين اهڙين ٻاراڻين ڳالهين سان اُگهاڙو ڪندي آهي جيئن ماءُ جي دل جو درد زهر پرجهڻ کان اڳ لُڙڪ بڻجي وهي نڪري. ماءُ جي من ۾ هلندڙ ڪشمڪش سان هوءَ چڱيءَ طرح واقف هئي. پر چوندي ڪجهہ نہ هئي. چوڌر اٽڪاڻ بڻجي پئي ڦرندي هئي. ڇئني پاسي نظرون پئي ڦرائيندي هئي، گهر جي اندر ۽ گهر جي ٻاهر!

جڏهن ماءُ وٽ هن جي سوالن جو ڪوئي جواب نہ هوندو هو تہ هوءَ گهر جي چائنٺ، ان جي مريادا جا سُر پئي ڳائيندي هئي. پنهنجي من ۾ لڪل ڊپ کي مِنيءَ سان هڪ خاص انداز ۾ ونڊيندي چوندي هئي، ’’پٽ هرهڪ گهر جي هڪ آکاڻي ٿيندي آهي، هڪ مريادا ٿيندي آهي. جڏهن هڪ گهر جي ڌيءَ ٻئي گهر جي ننهن بڻجي ان گهر جي اندر پير رکندي آهي تہ هوءَ ’لاجونتي‘ سڏي ويندي آهي.‘‘

بس، ماءُ کي هن جي گهر چائنٺ جي مريادا سُر ڳائيندي ٻڌندي هئي، پر اڄ ڳالهہ جو رُخ ٻي رخيءَ ڏانهن پئي وريو. شايد امان پنهنجي اندر جي ڊپ کي شبدن ۾ نہ اگهائي سگهي.

’’پٽ، گهر جي ڳالهہ گهر ۾ رهي تہ بهتر آهي. مونکي بس تنهنجي چنتا پئي کائيندي آهي. هن سال سنو ڇوڪرو ڏسي تنهنجي شادي ڪرائي ڇڏيان. تہ گهٽ ۾ گهٽ تنهنجي ٻيڙي تہ پار ٿي ويندي. پوءِ منهنجي ڪشتيءَ جو جيڪو ٿيڻو هجي سو ٿئي. تنهنجو پاءُ تہ ڇوڪرو آهي. زندگيءَ جي سفر ۾ گهڻيون دشائون ملنديون آهن. اهڙا گهڻا ئي رِشتا ايندا آهن جتي هو پنهنجو ڏيرو اڏي ڇڏيندا آهن.

’’امان، اها ڇوٽ ڇا صرف مردن کي هوندي آهي؟ عورت کي گهر جي چائنٺ سان ڇو ٻڌي رکيو ويندو آهي. ڇا عورت انهيءَ آزاديءَ جي حقدار ناهي؟‘‘ مِنيءَ پنهنجي من جو غصو سوالن ۾ اوتيندي چيو.

''مريادا جي نالي ۾....؟'' منيءَ جي سوال ۾ ڪوڙاڻ پريل هئي.

''آزاديءَ جا ٻه دائرا هوندا آهن مني ! مردن جي آزاديءَ کي ته دنيا گوارا ڪري ويندي آهي، پر زال جو هڪ غلط قدم هن جي مانَ کي داغ لڳائي ڇڏيندو آهي ۽ تنهن ڪانپوءِ ان تي اميرن جا سڀ دروازا بند ٿيندا ويندا آهن.'' ماءُ ڄڻ پنهنجو پاڻ سان ڳالهائيندي رهي، ڪنهن سوچ جي غفا ۾ گم سُم ٿي !

هاڻ مِني ڪجهه سنجيدا ٿي ڌيان سان ٻڌڻ لڳي ۽ سوچڻ لڳي ته ماءُ ڇو ائين چئي رهي آهي؟ ۽ ڇا چوڻ ٿي چاهي؟ اهڙي ڪهڙي ڳالهه آهي جا ڪنهن اڻ سڃاتل ڊپ سمان هن کي اندر ئي اندر کائي رهي آهي. شايد هوءَ مونکي ٻڌائڻ ٿي چاهي، زبان هن کي ساٿ ڏيڻ ۾ سمرٿ ناهي.

پيءُ اڱڻ جي هن پار واري ڪمري کي اوطاق جهڙو ڪجهه روپ ڏيئي ڇڏيو آهي جنهن ۾ بيهوشي ۽ خماريءَ جو عالم برقرار رکڻ جو سامان سجيل آهي. پان جا دٻا، ٻيڙين جا بنڊل، هِٽ هُٽ پکڙيل ماچيس جون تيليون، ديسي دارونءَ سان پريل ۽ خالي بوتلون، جن جي بوءِ سان سموري ڪمري ۾ بانس ڦهليل رهندي هئي. ڪڏهن ڪڏهن ماءُ کي لتن سان ماريندي پتا هن کي هن ڪمري جي صفائي ڪرڻ جي تاڪيد ڪندي مِني ٻُڌي ته وٺندي هئي، پر ان کي اها خبر نه هوندي هئي ته مان اهو ڪم ڪهڙي ويل ڪندي آهي؟ هن ڪليل اکين سان ڪڏهن ڪين ڏٺو پر اهو ضرور ڄاڻندي آهي ته ٻارن کي اکين ۾ ننڊ پري، پاڻ اوجاڳا ڪري اهو ڪمرو صفا ڪندي رهي هوندي. هيءَ آهي منهنجي ماءُ! هن جي باري ۾ سوچيندي سوچيندي اهو ئي لڳندو آهي - اي عورت ڇا اها ئي تنهنجي ڪمائيءَ آهي؟ ڇا ڪڏهن هنن ناسور ٿي ويل زخمن کي ڏسي اِنسان جو دامن لڙڪن سان نٿو پرجي؟ ۽ اهڙين ڪيترين ئي ٿيندڙ سلسليوار وارداتن کي ڏسي محسوس ڪرڻ لڳندو آهي ڄڻ ته مان ٻه ان سان گڏ اهو دؤر جي رهي آهيان. انهن حيوانن جي ڄار ۾ ڦاسي انهن جو شڪار ٿي پوڳي رهي آهيان جن ۾ انسانيت جو نالو نشان ٻه باقي نه



آهي.

اڄ گهر جو اڱڻ لتاڙي گرمکي ٻه پيرا پنيان ٺهيل اوطاق ۾ پٽاجيءَ ساڻ بي ڏڙڪ اندر هلي ويئي. ان وقت هن ماءُ جي اکين ۾ درد کي اجان گهرو ٿيندي ڏٺو. مِنيءَ جي تيز نظرن کان ڪجهه ٻه لڪل ناهي!

''امان، تون ڪهڙي ڳالهه ڪري رهي آهين، جا چاهيندي ٻه چئي نٿي سگهين؟ اهڙو ڪهڙو ڊپ من ۾ پالي رکيو اٿئي؟ مونکي ٻڌاءِ، شايد مان پنهنجي ڍنگ سان انهيءَ باري ۾ سوچي ڪو سجهاءُ سامهون آڻي سگهان. مشڪلاتن جو سماڌان ته تڏهن ئي نڪرندو جڏهن تون ڪجهه ٻڌائيندينءَ!''

ماءُ ڪجهه چئي نه سگهي، ڄڻ هن کي هر آهٽ ۾ هڪ اڻ وڻندڙ ڊپ سامهون وڏندو نظر اچي رهيو هو. سماڌان جو آڌت، اهڙي حالت ۾ ڪٿي من کي ڌيرج ٿو ڏيئي سگهي. شايد هن گهر ۾ رهندي-رهندي ماءُ اهو چڱيءَ طرح ڄاڻي ويئي هئي ته سماڌان جي جاچ پڙتال هر گهٽنا گذري وڃڻ کان پوءِ ٿيندي رهي آهي! پوءِ انهيءَ جي آخرين چرڻ ۾ پهچڻ کان اڳ جي گهٽنا گذري وڃڻ کان پوءِ ٿيندي رهي آهي ۽ انهيءَ جي آخرين چرڻ ۾ پهچڻ کان اڳ ٻي گهٽنا گذري چڪي هوندي آهي. سماڌان راهن ۾ ئي ليٽجندا ويندا آهن.

''مني...!''

۽ ماءُ لڙڪن جي درياهه ۾ ٻڏندي نظر آئي.

''امان، ڇڱُه نه ڇا ڳالهه آهي جو تون مونکي چاهيندي ٻه نٿي چئي سگهين!''

''پُٽ، تنهنجو پيءُ تنهنجي رِشتي جي ڳالهه ڪري رهيو هو ۽ مان ڄاڻان ٿي ته انهن رشتن جو بنياد ڪيترو ڪمزور ٿيندو آهي.'' ڄڻ ڪنهن ڪُتڪي جي تحت ماءُ هي لفظ تمام آهستي چيا.

مان ٻڌي ڪري ڄڻ ٻوڙي ٿي ويس ۽ ماءُ چوندي رهي - بس ڪو سٺو ڇوڪرو ڏسي تنهنجا هٿ پيلا ڪرڻ ٿي چاهيان ۽ اِها ئي سائينءَ در دعا ڪنديس ته تون هن گهر کان پري، گهٽو پري هلي وڃ جتي هي زهريليون

هوائون تنهنجي ساهہ ۾ گهٽ نہ پئدا ڪري سگهن.‘‘

انهيءَ وقت ئي در جي چرمر جي آواز ساڻ در جو تاڪ کُليو ۽ اندر اچڻ وارن ۾ سڀ کان پهرين هٿا پٺاجي، انهن سان گڏ منهن ۾ پان ڏٻائي چيلهہ لچڪائيندي مُرڪندڙ مهانڊي واري گُرمکي ۽ ساڻ هڪ نوجوان نئون چهرو، جنهن اڳڻ ۾ پير رکندي ئي پنهنجون نظرون مون تي وجهي هم قدم ٿي انهن سان گڏ اڳڻ اورانگهي پنئين ڪمري ۾ هليو ويو. پر اڄ جو ٿيو سو پهرين ڪڏهن نہ ٿيو هو! جو گذريو اهو حادثو هو.... ۽.... ۽ .....
انهيءَ حادثي جي گذري وڃڻ ڪانپوءِ لڳي رهيو آهي تہ مان وڏي ٿي ويئي آهيان... اُتي ئي ان چانئٺ تي منهنجو ٻالپڻ لُٽجي ويو، معصوميت لُٽجي ويئي جڏڻ تہ منهنجيءَ ان ڪِل ڪِل، ان نخرن ڀريل چنچلتا پنهنجو دم ٽوڙي ڇڏيو. شايد حيوان ٿيڻ وڏيڪ سؤلو آهي. منشُ تہ بس قيمت چڪائڻ لاءِ هوندو آهي.

•



# 6. اُجايل ممتا

’’هي ڪٿي جو انصاف آهي جو مان پنهنجي ٻار کي ڏسي نٿي سگهان؟ ڏسندي بہ هُنکي چُهي نٿي سگهان؟ هن جي ملايم شرير کي محسوس نٿي ڪري سگهان؟ ڇو، پر ڇو ؟ مان هن جي ماءُ آهيان، هيءَ ڪهڙي سزا مونکي ڏني پئي وڃي؟‘‘

مالا جي من جون ڀاونائون هن وقت ڪنهن مالا جي وِکريل موتيُن وانگر لڙکڙائيندڙ زبان ۾ ڀڳل-ٽُٽل لفظن ۾ پنهنجي من جي پيڙا کي ظاهر ڪرڻ جي ڪوشش ۾ ڇِڙ-وَڇڙ ٿينديون رهيون.

’’تو پاڻ کي اِن لائق ئي ڪٿي رکيو آهي؟‘‘

’’ڇا مطلب؟‘‘ هيءَ مالا جو سهميل سهميل آواز هو.

’’تون پاڻ کان پُڇ! پنهنجي اندر ۾ اُن ماءُ کان پُڇ جا اڄ ممتا جي دعوِيٰ ڪري رهي آهي!‘‘

’’ماءُ آهيان مان هُن جي، هن جي جنم داتني ! منهنجي ڪُک مان ڄائو آهي، منهنجو اَنش آهي، پوءِ هيءُ ڪهڙو فاصلو آهي اسان جي وِچ ۾...‘‘ مالا گهبراهٽ ۾ اُکڙيل اُکڙيل لفظن ۾ جڻ پاڻ سان ڳالهائيندي رهي ۽ من ئي من ۾ ڪِٿي نہ ڪِٿي پاڻ کي گُنهگار محسوس ڪري رهي هئي.

’’اِن ۾ ڪو شڪ ناهي تہ تون هُن جي ماءُ آهين، اِهو بہ مڃيو تہ هوُ تنهنجو انش آهي، پر ماءُ هئڻ سان گڏوگڏ ماءُ جا ڪجهہ فرض بہ ٿيندا آهن. اِهو تون چڱي طرح سمجهين ٿي، ڄاڻين ٿي. ڇا خطا آهي هن معصوم ٻار جي، جنهن اڃا تائين اک کولي دُنيا جي روشني بہ نہ ڏٺي آهي؟ هي سوجهرو ڏسڻ کان اڳ ۾ ئي تو هن کي اونداهي اوڙاهہ ۾ ڌِڪي ڇڏيو...!‘‘

”توهان آخر چوڻ ڇا ٿا چاهيو؟“ مالا ويران اکين سان ڊا. مانوي ڏانهن نهارڻ لڳي جا ممتا ۽ ٻار جي وچ ۾ ديوار بڻجي بيٺي هئي.

”تون پاڻ به چڱيءَ طرح سمجهي رهي آهين ته مان ڇا ٿي چوڻ چاهيان. ڊا. مانويءَ سرل ۽ شانت آواز ۾ مالا ڏانهن نهاريندي چيو، ”مالا، وِيم جو سور سهڻ جي باوجوُد به هڪ خاليپڻو پوڄي رهي هئي. هڪ اڻڇاتل ڊپ ۾ پاڻ کي گِهريل محسوس ڪري رهي هئي. اِن جي ڄاڻ ڊا. مانويءَ کي هئي. مالا جي من جي پيڙا کي سمجهندي به اڻڄاڻ ٿي ڳالهين سان هن مسئلي کي سُلجهائڻ جي ڪوشش ڪري رهي هئي. ”وري به ڊا. صاحبا، ڪا ته اهڙي وچ واري واٽ ڪڍو، جنهن سان مان پنهنجي ٻار سان ملي سگهان؟ هُنکي گود ۾ کڻي هڪ پيرو پيار ڪري سگهان! مان ڪنهن به حالت ۾ هن کي پاڻ کان پري رکڻ جو تصور ڪري ئي نٿي سگهان.“ مالا سُڏڪن کي سيني ۾ دٻائيندي آلا نيڻ کڻي ڊا. مانويءَ جي سامهون هٿ جوڙي ٻاڏائيندي رهي، ڄڻ پنهنجي ممتا جي سامهون هڪ هارايل ناريءَ بنا لڙائيءَ جي سڀ هٿيار ڦٽي ڪري ڇڏيا هجن.

۽ ڊا. مانوي هن ڪشمڪش ۾ ايترو اُلجهي ويئي جو هُن کي اهڙي ڪا واٽ ئي نه سُجهي، جنهن تي پُل اڏي هوءَ ماءُ ۽ ٻار کي ملائڻ جو ڪو سماڌان پائي سگهي، وري ڪڏهن نه وڇڙڻ وارو ميلاپ ڪرائي سگهي. ڊاڪٽر هئڻ کان اڳ هوءَ هڪ ناري هئي. اُڇايل ممتا کي سيني ۾ سانڍيِ، اِسپتال ۾ هرهڪ ڄاول ٻار تي پنهنجي ممتا نِڇاور ڪندي رهي. اِن ڳالهه ۾ سنتوش ڪيو ته اِسپتال ۾ ڄاول ٻار هنجي ممتا جا حقدار آهن، ۽ اِهو ئي هن جو ڀاڳ آهي. پنهنجي خيالن جي ڄار مان نڪرندي هُن مالا ڏانهن نهاريندي چيو، ”ته پوءِ توکي پنهنجو پاڻ سان جنگ جوٽڻي پوندي. پنهنجي اندر جي ڪمزوريءَ تي فتح پائڻي پوندي. خود کي صاف سُٿرو رکڻ ۾ جڏهن تون ڪامياب ٿي ويندينءَ، ۽ اسان کي لڳندو ته هاڻ تنهنجي طرفان ڪوئي خطرو ناهي، تڏهن ئي توکي ٻارُ هنجَ ۾ کڻڻ جي اِجازت ملي سگهندي. منهنجي ڳالهه سمجهي رهي آهين نه؟“ چوندي ڊا. مانوي هِڪ نظر مالا جي چهري تي وِڌي. هن کي لڳو ڄڻ بيوس ممتا پنهنجي ڇهن هفتن جي



ڄاول ٻار کي پنهنجي سيني سان لڳائڻ لاءِ ماندي آهي.

هِن بيوسيءَ جي پيڙا کي هُن کان وڌيڪ ڪير ٿو ڄاڻي سگهي. هوءَ خود سورهن سالن جي خوشحال شاديءَ کان پوءِ به سنتان جي سُک کان محروم هئي ۽ اِن دُک جو بنواس پوڄي رهي هئي. لازمي آهي ! ناري تڏهن ئي سمپورڻ هوندي آهي جڏهن هوءَ ماءُ بڻجندي آهي. ماءُ بڻجڻ تي ٻار جي رُئڻ ماتر سان هن جي ممتا ڇوليون ماريندي آهي. هوءَ ٻار کي ٿڃ پيئارڻ لاءِ ماندي ٿي پوندي آهي. ڊا. مانوي اهڙي هر سک کان اڄ تائين محروم رهي آهي ۽ اِن احساس کان چڱيءَ طرح واقف آهي. پر هڪ ڊاڪٽر هئڻ جي ناتي مجبور به آهي. ڇاڪاڻ جو مالا جڏهن کان ونئي ٻار کي جنم ڏنو آهي، هو اِنڪيوبيٽر ۾ ئي رکيل آهي. سموري تپاس ۽ تحقيقات جي رپورٽ اِهو ٿي ڏيکاري ته ساهه کڻڻ ۾ لڳاتار تڪليف جو ڪارڻ آهي ٻار جي خون ۾ ڊرگ جو اثر. هڪ ته ٻار ڇهن مهنن جو پري مئچوئر ڄائو آهي ۽ مٿان هيءَ ويدنا. سوال ئي نٿو اُٿي ته ٻار ماءُ سان رهي. اڃا تائين ته اِهو به فيصلو نه ٿيو آهي ته ٻار خطري کان ٻاهر آهي يا نه ؟ جي ٿيندو ته به ماءُ کي اهو ڏنو ويندو يا نه؟ سڀني ڊاڪٽرن جي هڪ مئي راءِ هئي ته فلحال ٻار کي ماءُ کان بلڪل الڳ رکيو وڃي.

مالا بس نراشا ڀريل نظرن سان شيشي جي دريءَ مان ٻار کي فقط ڏسي سگهندي هئي ۽ پوءِ ته بس پنهنجي پاڻ سان پئي وڙهندي هئي، رئندي هئي ۽ پنهنجين ٻاراڻِين حرڪتن تي شرمندي ٿيندي رهندي هئي. اڄ پنهنجي ئي نشي ۾ چوُر جوانيءَ جو هڪ اپنگ نمونو هن جي سامهون هو. نشو به ڪهڙو، جو چڙهي، لهي وڃي!

**

هوءَ وسنت وِهار ڪاليج جي شاگرد هئي. ايم.اي. فائينل پورو ڪرڻ ۾ فقط چار مهنا باقي رهجي ويا هئا. اِمتحان ويجهو هئڻ جي ڪري ڏينهن رات ڪڏهن پنهنجي ڪمري ۾، ته ڪڏهن لائبريءَ ۾ ته ڪڏهن هاسٽل جي ڪامن (Common) روم ۾ ويهي ڪري دير دير تائين پڙهندي رهندي هئي. پڙهندا ته ٻيا شاگرد به هئا، پر وچ وچ ۾ ڪجهه وندر جي لاءِ

گپشپ ڪندا هئا يا گڏجي سئنيما ڏسڻ هلي ويندا هئا. اِئين ڪندي هڪ مهنو ٻيو گذري ويو. اِنهيءَ وچ ۾ نوَل ’بيدرد‘ نالي هڪ ڇوڪري جو چاهہ مالا ڏانهن وڌيو. نوَل جو مِجاز شاعراڻو هو، هو محفل ۾ وهندي ئي سُنا شعر ٻڌائي سيني جو ڏيان پاڻ ڏانهن ڇڪائي، واه واه حاصل ڪندو هو. اهڙي ماحول ۾ مالا جو بہ هُن ڏانهن چاهہ وڌيو. هاڻ مالا بہ اجنبي پٽي جون ديواران اوارنگهي هُن سان گڏ ڪڏهن سئر ڪرڻ، ڪڏهن سمنڊ جي ڪناري تہ وري ڪڏهن باغ جي ڪنهن ايڪانت جاءِ تي هلي ويندي هئي. نوَل بہ اهڙي ماحول کي رنگين بڻائڻ خاطر ڪڏهن هڪ اڌ شعر ٻڌائيندي تہ ڪڏهن سگريٽ دُکائي، ٻہ ٽي سوٽا هٽي وري وسائي ڇڏيندو هو. بس اِئين ئي ٻرڻ ۽ وسامڻ جي سلسلي ۾ هو ٻئي هڪ ٻئي جي ويجهو ايندا ويا. دير تائين گڏ رهندا هئا ۽ پوءِ هٿ ۾ هٿ ڏئي هاسٽل تائين اچي، پنهنجي پنهنجي ڪمري ڏانهن رُخ ڪندا هئا. سِلسلو هلندو رهيو. شوَق هاڻ عادت بڻجي پيو. رات جو گڏ سئر ڪرڻ، هٿ ۾ هٿ ڏيئي ٿهڪ ڏيڻ ۽ هڪ ٻئي جي گلي ۾ ٻانهون وجهڻ...! ۽ وري ائين ٿيو جو نوَل جي چوڻ تي ”نہ... نہ...“ ڪندي مالا سِگريٽ مان ٻہ ٽي سوٽا پريا. جواني جوش ۾ هجي تہ هوش ڪٿي باقي رهندو آهي. جڏهن نديءَ جي وير رفتار پڪڙيندي آهي تہ اُن جي وهڪري ڪان بچڻ مشڪل آهي. اهڙي مدهوشيءَ جي دؤر ۾ جا ناداني هن ڪئي، اُنهيءَ جو انجام هن جي سامهون هو.

جڏهن مالا کي خبر پئي تہ هوءَ ماءُ بڻجڻ واري آهي تہ هُن جي پيرن هيٺان چڻ زمين کسڪي ويئي. جيون نئيا طوفانن ۾ گهيريل لڳي. بارود جي ڍير تي آشيانو اڏڻ وارن کي ڇا آسودگي نصيب ٿيندي آهي؟ مالا پڙهائي پوري نہ ڪري سگهي، ڪاليج ڇڏائجي ويو. هاسٽل ڇڏڻو پيو. ماءُ پيءُ کي منهن نہ ڏيکاري سگهي. ڪوڙ جو سهارو وٺي اُنهن کي ڀرم ۾ رکيائين تہ هوءَ پڙهائيءَ ۾ رُڌل آهي ۽ امتحانن ڪان پوءِ هوءَ نؤڪري ڪندي، جا پڪي ٿي ويئي آهي. اِن ڪري گهر موٽڻ مشڪل هو...! ماءُ فون تي گهڻا سوال ڪيا، پر مالا خفي ٿيندي جواب ڏنو - ”آخر پڙهائي کهڙي ڏينهن ڪم ايندي، مان پاڻ کي سنڀالي ونديس. توهان چنتا نہ



ڪريو. نؤڪريءَ بہ روز روز ڪٿي ٿي ملي؟ هان ملي آهي تہ شهر ۾ رهي ڪنديس.“

ماءُ کي تہ ڪوڙ سچ ٻڌائي ٽاري ڇڏيو، پر هاڻ حالتون مالا جي وس ڪان ٻاهر هيون. هوءَ هاڻ نول جي ديا تي جيئڻ لڳي. هن سان هُن جي ڪِرائي واري ڪمري ۾ رهندي، زهر گُهري گُهري ڦوڪيندي هئي جو سِگريٽ ۾ وجهي هن کي ڏنو ويندو هو. نول بہ هُن جي مجبوريءَ جو فائدو ورتو، پنهنجي دل جا سڀ ارمان پورا ڪيا، پر مالا جڏهن جڏهن بہ پنهنجيءَ حالت جو سماڌان گهريو هوُ جوابداريءَ ڪان ڪنارو ڪندو رهيو.

”مان هِن ٻار کي جنم ڏيڻ ٿي چاهيان، ۽ تون هن کي پنهنجو نالو ڏينديين.“ هڪ ڏينهن مالا ڳالهہ ڇيڙي، ۽ پنهنجي اٽل فيصلي جي ڄاڻ هن کي ڏيندي چيو.

”مان کو تنهنجو گهوٽ-ٻوٽ ڪونہ آهيان جو هُن کي پنهنجو نالو ڏيان.“

”تہ ڇا توکي اِنڪارُ آهي تہ هيءُ ٻار تنهنجو آهي؟“ هاڻ مالا جي چهري جا ڀاوَ بدلجڻ لڳا. هوءَ غصي ۾ هئي!

”مالا، تون اِهو ڪيئن ٿي چئي سگهين تہ اِهو ٻار منهنجو آهي. هڪ تہ سراسر منهنجي مٿان آروپ آهي، تون مونکي بدنام ڪرڻ ٿي چاهين. تنهنجا تہ نہ ڄاڻ ڪيترا دوست آهن، ۽ ڪيرُ ڄاڻي...؟“ نظرون چورائيندي نول چئي تہ ويو پر اندر ئي اندر ۾ ڪٿي پاڻ کي بہ گنهگار پئي محسوس ڪيائين.

”نول، جوابداري کٽڻ جي ڊپ ڪان تون هيترو هيٺ ڪيئن ٿو ڪِري سگهين. مان نہ، پر تون مونکي ٻين جي نظرن ۾ ڪيرائڻ ٿو چاهين. هيءُ اسان ٻنهي جي غلطيءَ جو نتيجو آهي، پر هن پهرين غلطيءَ جو سُڌار اسين شادي ڪري پورو ڪري سگهنداسين. بگڙيل ڳالهہ ٺهي ويندي ۽ وقت سان سڀ ڪجهہ ٺيڪ ٿي ويندو...!“ مالا صبر جي دامن کي جهلي ڪري اُميد ڀريل نظرن سان هُن ڏانهن نهاريو.

”هاڻ تون مونکي ڏوهي ٺهرائي منهنجي مٿان پنهنجو بارُ ٿوپڻ ٿي

چاهين، مان تہ اِهو ئي چوندس تہ تون ٻيو ڪو نِڪاڻو ڳولهہ ۽ مونکي بخش.‘‘ بي‌رُخيءَ سان جواب ڏيئي نوَل جڻ پاڻ ڇڏائڻ جي ڪئي. هو بخوبي ڄاڻيندو هو تہ سچ ڇا آهي پر اُن سچ جو بارُ ڪڻڻ جي طاقت نہ تہ هُن جي ڪلهن ۾ هئي، نہ ئي هن جي من جي سيرت هيس.

طوفان جي هن ڀنور ۾ ٻُڏندي ترندي مالا خود کي اُنهيءَ هڪ ڪمزور پل جي لاءِ گُنهگار ٺهرايو. هُن کي لڳو تہ هوءَ ڪنهن چڪرويوهہ ۾ بُري طرح ڦاسي ويئي آهي، جنهن مان ڇوٽڪارو پائڻ مشڪل ئي نہ پر ناممڪن ٿي لڳو. پنهنجن کان پري، شهر ۾ هڪ دوست سان رهندي ايترو تہ هن ڄاڻي ورتو تہ سموُري حالات جي جوابدار هوءَ پاڻ آهي. آخر ۾ هن ڪشمڪش مان نڪرڻ لاءِ هن هڪ اناٿ آشرم جي شرڻ ورتي. ٻي ڏپي ٿي پنهنجي سموري حالت جو بيان سچائيءَ سان اُنهن جي سامهون رکي هُن پنهنجي لاءِ اُتي جڳهہ ٺاهي. بس هڪ سنگهرش جي واٽ هن جي سامهون هئي. پيٽ ۾ جو ٻارُ هو تنهن کي جنم ڏيڻ جو فيصلو هُن من ۾ ڪري ڇڏيو، ۽ ماءُ بڻجڻ جا سپنا اکين ۾ سجائيندي رهي. اناٿ آشرم ۾ ڪيترن ٻارن کي پيار-دُلار سان سهڪار ڏيندي، لوليون ڳائي، اُنهن کي ٿپوري، اُنهن جي اکين کي ننڊ بخشي، پنهنجا سپنا ساڪار ڪندي رهي.

هڪ گناهہ هن کي گهڻو ڪجهہ سيکاري ڇڏيو. هوءَ بنا ڪنهن خوُف جي پوري ايمانداريءَ سان ڪم ڪندي، جڻ اناٿ آشرم ۾ ٻارن جي ناٿ ٿي پئي. سڀ ٻار، ماستراڻيون، ڪرمچاري ۽ سيوڪ هن جي عزت ڪندا هئا ۽ پيار ڏيندا هئا. پرارٿنا ڪرڻ وقت هن جي اچڻ واري ٻار جي لاءِ دعائون ۽ هن جي سُکي جيون جي لاءِ منگل ڪامنائون گهرندا هئا.

آخر هڪ ڏينهن اوچتو سور جاڳيو. ويم جا سوُر سمجهي اناٿ آشرم جا سيوڪ هن کي اِسپتال وٺي آيا ۽ تمام گهڻي پيڙا جي دوُر مان گذرندي هن هڪ شِشوءَ کي جنم ڏنو. خوشيءَ سان گڏ هڪ ڪوڙو سچ بہ سامهون آيو، جنهن مالا کي بُري طرح بي حال ڪري ڇڏيو.

پريشان ۽ پشيمان مالا اِهو چڱيءَ طرح ڄاڻندي هئي تہ گرڀ وارن ڀهرين ڇئن مهنن ۾ هن ڊرگ ورتا هئا، پوءِ چيڪ اپ ڪندڙ ڊاڪٽر هن



کي سخت آگاهُہ ڪيو، مالا بہ گهڻي ڪوشش ڪئي، پنهنجو پاڻ سان لڙندي رهي-ڪمزوريءَ تي فتح پائڻ لاءِ. پر جيئن چور چوريءَ کان پاسو ڪري ٿو سگهي پر هيرا-ڦيريءَ کان منهن نٿو موڙي سگهي، ٺيڪ اُنهيءَ طرح مالا بہ ڪڏهن-ڪڏهن هڪ پل جي سُک جي چاهت جي وري وري اُها غلطي ڪري وهندي هئي، جا هُن کي ڪڏهن بہ نہ ڪرڻي هئي. نتيجو سامهون هو، هڪ اُڃايل ممتا جي آهہ. پنهنجي جگر جي ٽڪري کي ڇاتيءَ سان لڳائڻ لاءِ ماندي هئي. وِڇوهہ جي آگ ۾ بنا لڙائيءَ جي مايا پنهنجا سڀ هٿيار سمرپت ڪري ڇڏيا.

آخر مالا ڊاڪٽرن جو هرهڪ شرط مڃڻ لاءِ تيار ٿي. ڊا. مانوي جي ڪڙي نظر جي تحت، هرهڪ هدايت کي قاعدو مڃي مالا پاڻ تي قابو پائڻ جو ٺاهہ ڪيو. ڇا ممتا بہ ڪو ڪڏهن شرط رکي سگهي آهي؟ هوءَ تہ بس پنهنجي ٻار تي پنهنجي ممتا واري ڇڏيندي آهي.

ڇهہ مهنا لڳاتار پاڻ سان سنگهرش ڪري اُن زهر کان نجات پائڻ ۽ عمر ڀر اُن کي وري هٿ نہ لڳائڻ جو شرط هن جي سامهون رکيل هو. ٻار کي پاڪُر ۾ پرڻ لاءِ بہ اِهو ئي شرط لاڳو هو.

ڀهرين ڀهرين اِهو مشڪل ضرور لڳو پر ناممڪن ڪجهہ نہ هو. جا ماءُ ٻار کي گرڀ ۾ پنهنجي خون سان سنچار ٿي ڪري سگهي، اُها هن جي دل جي دڙڪن ٻڌڻ لاءِ پنهنجي جذبات جو گلو گهٽي ٿي سگهي. لڳاتار ڇهہ مهنا هر هفتي نيم سان، ٽيم سان اِسپتال اچي پنهنجي خون جي تپاس ڪرائيندي هئي ۽ بي صبريءَ رپورٽ جو انتظار ڪندي هئي. ايندڙ واري تي جڏهن هوءَ وري تپاس لاءِ ايندي هئي تہ سڀني ڊاڪٽرن سان گڏ ڊاڪٽر مانويءَ جو مُرڪندڙ چهرو هن جو سواگت ڪندو هو. اِهو هڪ سُک ڏيندڙ نتيجو هو جو پڇتاءَ جي پريڪشا ۾ هڪ ماءُ ڪاميابي پائي رهي هئي.

ڇهن مهنن جي هن ڏکي تپسيا ممتا جي جذبي کي اڃا پختو ڪري ڇڏيو. هن رِشتي کي سمپورڻ ڪرڻ لاءِ مالا ڪجهہ بہ ڪرڻ لاءِ تيار هئي.

آخر ڇهہ مهنا گذريا ۽ هن امتحان جو نتيجو ڄاڻڻ لاءِ مالا ۽ اُن سان گڏ سڀ ڊاڪٽر آتا هئا. جڏهن مالا جي خون جي آخري رپورٽ صاف

سُٺري هن جي هٿن ۾ آئي تہ سيني جا چهرا خوشيءَ وچان ٻهڪڻ لڳا. هاڻ مالا هڪ عام اِنسان جيان جيون گهارڻ جي حقدار بڻجي وئي هئي ۽ جيڪا جاگير هن کي ملڻ واري هئي سا هُن جي زندگيءَ جي سڀ کان سٺي، بهترين سؤغات هئي.

پهريون ڀيرو ٻار هنکي هنج ۾ ڏنو ويو ۽ اُن سان گڏ سخت هدايت اِها بہ ڏني تہ مالا ڇهہ مهنا ٻار کي پنهنجو کير نٿي پيئاري سگهي. ڊاڪٽر شايد ڪنهن قسم جو خطرو کڻڻ لاءِ تيار نہ هئا. اِنفيڪشن جو ڊپ لڳل ئي رهيو.

مالا جڏهن ٻار کي پنهنجي ڇاتيءَ سان لڳايو تہ هن کي محسوس ٿيو ڄڻ سموري ڪائنات جي ڪوملتا هن جي هنج ۾ سمائجي ويئي هجي. ڄڻ هن جي اُڃايل ممتا شبنم ۾ سنان ڪيو هجي. سڀ ڪجهہ نم، مالا جا نيڻ، هن جي ٿڃ سان ڇلڪندڙ ڇاتي، هن جي گود ۾ پريم جو پرتيڪ هنجو پٽ. لڳو ڄڻ پريم خود کي پسائي ڇڏيو هو. ممتا جو اُڃايل آنچل اڄ جلميہ ٿي پيو.

•



# 7. رِشتن جي اُلجهن

”ڇا مان ڪيٽيءَ کي وٺي وڃي سگهان ٿي؟“

ڪنن تي سُريلي آواز جي پوندي، مون ڪنڌ مٿي ڪيو. ڏٺو، سامهون هڪ سهڻي، ٽِڪن روشن واري سُڪماري ٻالڪا بيٺي هئي. هُن جا ڪٽيل گهنگهرالو وار هوا جي رُخ سان هتي هُتي لهرائيندي هن جي گلابي ڳلن کي ڇُهي رهيا هئا. 12-11 سالن جي اُها ڪنيا ڏاڍي پياري لڳي رهي هئي.

”توهان جو نالو؟“ مون اُڪسُڃاتل جي سُڃاڻپ پائڻ جي ڪوشش ڪئي. پهريون ڀيرو هن کي ڏسي ڪجهہ ساوڌان بہ ٿِيس. مون هُن کي پنهنجي ڪلاس ۾ پهريون ڀيرو ڏٺو هو.

”مان ٽينا آهيان. ڪيٽيءَ (Kety) جي ڀيڻ!“ ننڍو جواب ڏيئي هوءَ چپ ٿي ويئي.

”هر روز تہ ڪيٽيءَ جي ناني هُن کي وٺڻ ايندي آهي! ڇا اڄ اُن وٺي وڃڻ جي لِسٽ ۾ تنهنجو نالو درج ڪيو آهي؟“منهنجو ٻيو سوال هو.

”نہ، اوچتو منهنجي پيءُ جو فون آيو تہ مونکي ڪيٽيءَ کي اِسڪوُل مان وٺي اچڻو آهي. مان صحيح ڪرڻ لاءِ تيار آهيان!“

مونکي هن جي حاضر جوابي وڻي. پر من ۾ وري ڪجهہ سوال سِر کڻي بيٺا. مونکي هِن ڪلاس ۾ ڪم ڪندي بہ سال پورا ٿي رهيا آهن. هر سال هيٺرن ٻارن جا رشتيدار، ماءُ-پيءُ، دادا-دادي، نانو-ناني، ڀاءُ-ڀيڻ صبح جو تِن کي ڇڏي ويندا آهن ۽ اُهيئي وري اچي اُنهن کي وٺي ويندا آهن. صبح جو اچڻ وارو ٻار کي ڇڏي، ٻنپهرن جو اُن کي وٺي وڃڻ واري جو نالو لکي ويندو هو؛ جيئن پوءِ ڪو مونجهارو نہ ٿئي يا ڪا غلطفهمي نہ رهجي وڃي. اڄ جي تاريخ جي تحت رجسٽر ۾ ڪيٽيءَ جي نالي جي سامهون

اُن جي نانيءَ جو نالو وٺي وڃڻ وارن جي لِسٽ ۾ درج هو. تہ پوءِ هڪ اڻڄاڻ، اڻسُڃاتل ڇوڪريءَ کي ڪيٽيءَ کي وٺي وڃڻ جي اِجازت ڪيئن ٿي ڏئي سگهيس؟ منهنجي لاءِ تہ هوءَ اجنبي هئي ۽ ڪنهن اڻسڃاتل کي اِسڪول جو ٻارُ ڏيڻ قاعدي جي خلاف آهي. ايتري قدر جو اهڙن ماڻهن کي اسڪول جي اندر اچڻ جي بہ اِجازت نہ هوندي آهي. اِنهيءَ مونجهاري کي سُلجهائڻ جي چڪر ۾ مون هُن کان ايترا سوال پڇيا.

اِن وچ ۾ سيئي ٻار هليا ويا. ۽ منهنجي اسسٽنٽ بہ مونکان موڪلائي هلي وئي. هاڻ مون ٽينا ڏانهن رُخ ڪيو، جنهن کي مون ڪجهہ دير ترسڻ لاءِ چيو هو. هوءَ پنهنجي پيڻ سان ٻالهائي رهي هئي.

”تنهنجي ناني ڪٿي آهي ۽ اڄ ڇو نہ آئي آهي؟“ مون وري سوال ڪيو.

”هوءَ منهنجي نہ ڪيٽيءَ جي ناني آهي! اڄ ڇو نہ آئي آهي مونکي اِها خبر نہ آهي! ڊئڊيءَ جو فون آيو هو ۽ مان هتي آيس.“

هاڻ منهنجيءَ سوچ ۾ وڪڙ پوڻ لڳا. هڪ ڪهڙو رِشتو آهي؟ هوءَ ڪيٽيءَ جي ناني تہ آهي پر ٽينا جي نہ!“ جڏهن اُلجهن مان نڪرڻ جي واٽ نظر نہ آئي تہ مون وري سوال جو سهارو ورتو.

”تون ڪيٽيءَ کي ڪٿي وٺي وينديئن؟“ اِهو سوال منهنجي مونجهاري جي اُپج هيو. ورنہ اِهو پُڇڻ ضروري نہ هو. اِسڪوُل ڇُٽڻ کانپوءِ جڏهن ٻار وٺي وڃڻ وارن کي ڏنو ويندو آهي، پوءِ اهو سوچڻو نہ پوندو آهي تہ هو ڪيڏانهن ٿو وڃي، ڪنهن وٽ ٿو وڃي؟ ها، ڪنهن سان ٿو گڏ وڃي اِهو ڄاڻڻ تمام ضروري هوندو آهي.

”هن جي ممي-پاپا جي گهر!“ ٽينا جي ننڍي جواب مونکي وري منجهائي ڇڏيو.

”۽ تون ڪيڏانهن وينديئن؟“ شايد مان سوچ جي هڪ ڄار ۾ ڦاسندي ٿي ويس.

”پنهنجي گهر!“ هُن هڪ معصوم مُسڪراهٽ سان جواب ڏنو. شايد هوءَ منهنجي پريشانيءَ کي سمجهي وئي هئي.

”تون اُتي ڇو نہ وينديئن؟“ منهنجو اڳيون سوال اُڪير سان پريل هو



۽ گهڻو بي ٽُڪو بہ!

”ڇو جو مان پنهنجيءَ مميءَ سان گڏ رهندي آهيان!“ چئي ڪري هوءَ چُپ ٿي وئي، پر پوءِ منهنجي مشڪل کي آسان ڪرڻ واري اَنداز ۾ چيائين، ’ڪيٽي جي ممي منهنجي ممي ناهي.“

هاڻ وڃي ڪجهہ ڪجهہ سمجهہ ۾ آيو، جو هُن چيو هو، ”هوءَ منهنجي نہ ڪيٽيءَ جي ناني آهي.“

”تہ ڇا تنهنجو پيءُ تو ساڻ رهندو آهي؟“ مون وري بہ ٻاراڻو سوال ڪيو.

هاڻ شايد ٽينا مون ڏانهن تڪيءَ نظر سان ڏسڻ لڳي. شايد جواب ڏيندي ڏيندي هوءَ بہ ڪٿي نہ ڪٿي وري زخمي ٿي هئي. آواز ۾ خاليپڻو، نااُميدي جو ڏنڱ، ۽ اکين ۾ درد جي پرڇائينءَ جا ترورا ڏسڻ آيا.

”نہ، جڏهن کان وٺي ڪيٽيءَ جي ماءُ هن سان شادي ڪئي آهي، مان پنهنجي مميءَ سان رهندي آهيان ۽ پاپا ڪيٽيءَ جي مميءَ ساڻ.“

جواب ٻڌي منهنجو مٿو چڪرائجي ويو. ڪير ٿو چوي تہ پاونائن کي ٺيس نٿي لڳي؟ ڪير ٿو چوي تہ رِشتن جي ترورن جي اهميت ناهي؟ پر جيڪي رِشتا هڪ طرف هجن، بي مطلب جا هجن، پوءِ تہ اُنهن جو نہ هئڻ ئي بهتر آهي. ۽ اِنهيءَ ويچار ڌارا مان هِن آمريڪا جا ماڻهو بخوبي واقف آهن. اُنهن کي صاف ۽ سُترو سچ ٻُڌائڻ ۾ ڪابہ پرهيز نہ هوندي آهي. هتي ماڻهو صاف گوئي پسند ڪندا آهن ۽ سچ-ڪوڙ جي مونجهاري ۾ نہ پوندا آهن. اڌورو رشتو اُنهن کي منظور نہ هوندو آهي، بس صاف سُتري ۽ کليل وهنوار ۾ خوش هوندا آهن. ماڻهن جي اُنهن کي پرواهہ ناهي، پنهنجي خوشيءَ جي لاءِ جيئندا آهن. ٻئي پاسي هندستان جا ماڻهو، خاص ڪري اُتي جون زالون جي پُراڻين مريادائن جو دُشالو پائي پيون هلن، گهر جي اندر ۽ ٻاهر جي مريادا پيون نڀائن. گهر جي چار ديواريءَ ۾ گهر جي ٻالهہ سُڏڪا ڀريندي آهي، پر زبان اُف نہ ڪندي آهي. ڏسڻ ٻُڌڻ ۾ ايندو آهي تہ مرد ڪٿي نہ ڪٿي ٻاهر جي سنسار سان ڳنڍجي ويندو آهي، وري بہ زالون رشتن جي مريادا کي نڀائينديون اينديون آهن، ڪڏهن ٻارن

جي خاطر، ڪڏهن آرٿڪ آزادي نہ هئڻ جي ڪارڻ، ڪڏهن پنهنجي مليل سنسڪارن جي عيوض، ۽ ڪيترن ئي ٻين ڪارڻن جي ڪري جيڪي هڪ گهر ڏياڻيءَ کي مريادا جي اندر گذر ڪرڻ جي سُڃاڻپ بخشيندا آهن.

هيءَ ڪهڙي دل جي اوستا آهي! هڪ معصوم ٻالپڻ کان اُهو الڙپڻ، هن عمر جي شرارت ڪرڻ جو اُمنگ، اُها چنچلتا، اُها چُلبُلاهٽ سان کِلکلاهٽ ڪسي تي وڃي ۽ وقت کان پهرين ئي اُن جي ٻي مطلب جي رِشتن سان، پنهنجي ماءُ-پيءُ جي بدصورت سنبنڌ سان واقف ڪرايو ٿو وڃي. جن جي خوشين جي چانئٺ تي هُنن جي ٻالپڻ کي قربان ڪيو ٿو وڃي.

اِن ۾ ڪوئي شڪ ناهي تہ جڏهن نوان رِشتا بڻجندا آهن تہ پراڻا رِشتا وکرجي ضرور ويندا آهن. اگر سماج ۾ رهي ڪري اسين رِشتن کي ڌاڳن وانگر منجهائڻ ۾ يوگدان ڏيون تہ اچڻ واري پيڙهيءَ جي زندگي ڪيئن سولي ۽ سُلجهيل ٿي ٿي سگهي. جڏهن رشتن جو بُنياد ايترو ڪوکلو هجي، جتي هِڪ رِشتو، ٻئي کي ٻي مطلب جو ڪري ڇڏي، تہ اُن کي ڪهڙي نالي سان سڏ ڪجي؟ اهڙا رِشتا ايندڙ پيڙهيءَ کي ڪهڙي سڃاڻپ ڏيئي سگهندا، جي خود کي راهہ تي گمراهہ ٿيڻ کان نہ بچائي ٿا سگهن.

مان پنهنجن ويچارن جي دنيا ۾ گم هيس، اِن ڳالهہ کان ٻي خبر تہ ٽينا ۽ ڪيٽي اڃا تائين اُتي مؤجود آهن.

”مئم، ڇا مان ڪيٽيءَ کي وٺي وڃي سگهان ٿي؟“ ٽينا جي آواز مونکي جاڳائي ڇڏيو.

”ها! رجسٽر ۾ صحيح ڪري وٺي وڃي ٿي سگهين.“

مون وٽ اِن مونجهاري مان رشتن جي مهاجار مان نڪرڻ جو فقط اِهوئي رستو هو. پر ايندڙ ڪيترن ڏينهن تائين رِشتن جو مونجهارو منهنجي سوچ ۾ خلل بڻجي لٽڪندو رهيو. سوارٿ جي سنگهاسن تي ويٺل ماڻهو ياد ايندا رهيا ۽ ساڻ ساڻ معصوميت جي ڇپن جي مُرڪ کسڻ وارا اپراڌي چهرا صاف نظر اچڻ لڳا.

●



## 8. جيئو ۽ جيئڻ ڏيو

مون چانهہ جي پيالي ٻِيهر ڀري، ۽ اُن جي ختم ٿيندي ئي غاليچي تي پيٽ ڀر ليٽي پيس. اڏميا لڙڪ اکين مان لڙي غاليچي ۾ جذب ٿيندا رهيا ۽ ڪيترا تہ مان چانهہ جي پهرين پياليءَ سان پي ويس. هن تنهائيءَ جي عالم ۾ سوچيندي رهيس تہ شايد پنهنجن جو ساٿ منهنجي حصي ۾ نہ هو، يا مان خود پاڻ کي اُن لاءِ تيار نہ ڪري سگهيس.

”هي پاڻ وٽ نشانيءَ جي طور رکي ڇڏ. ڪڏهن ياد جي گهڙين مان گذرين تہ هن ڀاءُ کي ضرور ياد ڪجانءُ.“ ننڍي ڀاءُ سُرين جا هي اکر مونکي اڄ بہ ياد آهن.

جڏهن بابا گذاري ويو تہ اسين ٻئي ڀاءُ-ڀيڻ پنهنجن پنهنجن شهرن جي هوائي جهازن جو سفر ڪري هن جي آخري درشن لاءِ پهتاسين! پر ڇا اسين بابا کي ڏسي سگهياسين؟ نہ! نہ ڏسي سگهياسين، نہ هن جي چرنن کي ڇُهي سگهياسين. پنهنجي درد کي ڍُڪ ڪري پيئندا جڏهن اُتي پهتاسين تہ ڏسڻ لاءِ ملي فقط هن جي سرير جي گرم رک، جا باهہ جي شعلن ۾ هوم ٿي ويل شرير جي آخري نشاني هئي. ڇا ڏسڻ جي تمنا هئي ۽ ڇا ڏسڻ لاءِ مليو؟

بابا جي آڱر مان نڪتل منڊي جا سُرين کي ڏني ويئي، اُها ئي سُرين جدا ٿيڻ کان اڳ مونکي ڏني هئي. اڄ اُن کي ڏسي ڀاءُ جي ياد اچي ويئي. نہ ڄاڻ ڇو ائين لڳو اُڏامي ڀاءُ وٽ وڃان، هن جي ڇاتيءَ سان لڳي ڪري روئان. بابا جي ڪوٺيءَ جون چاٻيون تہ هُن مونکي ڏيئي ڇڏيون هيون. سُڏڪا ڀري رُئندي بہ مونکي احساس ٿيو تہ ڪوئي منهنجي پُٺيان بيٺو آهي.

”امان!“ مون آواز ڏنو. اما وڏي عمر جي وڌوا هُئي، جنهن جو هن

جهان ۾ پنهنجو ڪوئي به نه هو. ڪم جي ڳولها ۾ هڪ ڏينهن منهنجي چانئٺ تي آئي ۽ مون هن کي گهر اندر ڪري ورتو. اڄ تائين هوءَ جيءَ جان سان منهنجي خدمت ڪندي آئي آهي. ڪڏهن هِن چانئٺ جي ٻاهر نه ويئي آهي.هن گهر جي ويران چار ديواريءَ ۾ جڻ هن جان ڦوڪي ڇڏي. جتي ويرانو وسيل هو، اُتي بهارن جي تازگي آڻي ڇڏيائين. سُهڻن گلن کي آڻي گلدان ۾ سجائيندي هئي، ڀُوَرا پردا لاهي جاري جا سُهڻا جهالر وارا پردا چاڙهي ڇڏيندي هئي، جن مان ٻاهر جي سوجهري سان گڏ سونهن پئي اندر ليئا پائيندي هئي. ڪڏهن وارن ۾ تيل وجهي پنهنجن آڱرين سان دماغ کي سڪون پهچائيندي هئي ته ڪڏهن پنهنجي گوڏن تي منهنجو متو رکي پئي ڦڻوتي سان ته ڪڏهن هٿ سان وارن تي لساريندي هئي.

اهو ئي پيار پريو احساس مونکي ڪجهه پلن لاءِ پنهنجي ٻالپڻ ۾ وٺي ويندو هو. ڪاڏا رڌي ڪارائڻ ۾ ته هن جو جواب نه هو. پنج ڏينهن ته ڪم لاءِ آفيس وڃڻ جي تڙ-تڪڙ ۾ ڊنگ سان ڪجهه به نه ٿي سگهندو هو، پر ڇنڇر ۽ آرتوار جو خوب رڌيندي هئي ۽ گرم گرم طعام سامهون رکي پيار سان زور ڀري کائڻ لاءِ منٿون ڪندي هئي ۽ مان هن کي 'نه' نه ڪري سگهندي هيس. ڪڏهن دال-پڪوان ته ڪڏهن بيسڻ جي ڀاڄي، ڪڏهن ڇهري ماني ۽ ڏُڌ ته وري ڪڏهن سيرو پٽاٽا پوري. اِهي خاص ڪري اُنهيءَ ڏينهن ٺاهيندي هئي جنهن ڏينهن اُميش اچڻ وارو هوندو هو. هُن کي هر ڪنهن جي پسند-ناپسند جو خيال رهندو هو.

''ڇئه اُرمي، مان هِتي ئي تنهنجي پنيان بيني آهيان. ڏسان ويني ته تنهنجي چانهه ٿڌي ٿي ويئي آهي. اُٿ، مان هڪ ڪوپ گرم چانهه ٺاهي ٿي اچان.''

''نيڪ آهي امان، هيئن ڪر هِڪُ نه، ٻه ڪوپ چانهه ٺاهي اچُ، منهنجي لاءِ ۽ پنهنجي لاءِ به!''

امان رسوئي گهر ڏانهن موٽي ته مان پنهنجي ڇوڻ تي حيران ٿيندي رهيس. سدائين ايڪانت ۾ تنهائين جي چادر ويڙهي وِهڻ جي عادي، گرسُم پنهنجي ئي سوچ جي سنسار ۾ ٻُڏل ، اڄ ڪيئن پاڻ کي اُن جار مان



ٻاهر ڪڍڻ جي ڪئي. اڄ تائين نه ڪنهن سان پاڻ ونڊيو، اڪيلائيءَ ۾ اُن گُهٽ ۾ ڏينهن گهاريندي رهيس. گذريل ڏينهن جون يادگيريون منهنجي سوچ کي گهيري رهنديون هيون. اُميش منهنجو ڪافي وقت پنهنجي نالي ڪري ڇڏيو هو. اِن ۾ ڪوئي شڪ ناهي ته اُن ۾ منهنجي مرضي به شامل هئي. آفيس مان گهر موٽيندي ئي مان شام جي ستين وڳي جو اِنتظار ڪندي هيس. روز شام جو ساڳئي وقت هو مونکي وٺڻ ايندو هو. ڪڏهن ڪار ۾ ته ڪڏهن موٽر بائيڪ تي، اسين ٻئي ڪلاڪن جا ڪلاڪ هوائن جي لئه تال تي ڪڏهن سمنڊ جي ڪناري، ڪڏهن ڪڏهن هوٽل ۾ ڪافي پيئندي، کُلي فضائن جو آنند ماڻيندا هياسين. مونکي لڳو اُميش مون ساڻ گهڻو خوش هو هونءَ به هو مونکي وڻڻ لڳو هو. مان به هن جي سنگ ۾ خوش هيس، گهڻو خوش. اڄ به هن جو مُرڪندڙ سهڻو چهرو منهنجي اکين جي اڳيان بنا سڏ جي هلي ايندو آهي. وشواس چوان يا انڌو وشواس، پر تن ڏينهن ۾ مونکي ڪڏهن اِها ضرورت ئي محسوس نه ٿي هئي ته مان هن جي باري ۾ ڪجهه وڌيڪ ڄاڻان، ڪڏهن پُڇ وارئي سوال ڪريان!

هو چوندو رهندو هو- ''اُرمي، تون مونکي ڏاڍي ٿي وڻين. شايد تون منهنجي لاءِ ئي هن آفيس ۾ آئي آهين. مان تنهنجو 'باس' ئي نه پر تنهنجو دوست بڻجي رهڻ ٿو چاهيان.'' اِنهيءَ سوچ ۽ وشواس جي پيڙه تي اسان دوستي شروع ڪئي.

هِن طرح جي ڳالهين تي گهڻو ڌيان نه ڏيندي مان بس هن جي خيال ۽ خماريءَ ۾ گم ٿي ويندي هئس.

اُميش جي شخصيت جي هِن پهلوءَ مونکي گهڻو متاثر ڪيو ۽ هن ڪڏهن به مون ساڻ بدسلوڪي نه ڪئي هئي. منهنجي ڪم جي ساراه ڪري هميشه منهنجي همت وڌائي. گڏ گذاريل پل ۽ شام جي وقت جون حسين يادين هاڻ منهنجيون يادگيريون آهن. پوءِ به نه ڄاڻ ڇو اڄ منهنجي دل ۾ اُميش جي لاءِ ڪو جذبو ئي نٿو جاڳي؟ هُن سان نفرت ڪري سگهان، اِهو ته ممڪن ئي نه آهي! هو هڪ سٺو، صاف دل ۽ سٺي نيت وارو انسان آهي، جنهن آزاديءَ جو صحيح مطلب سمجهايو.'' جيئو ۽ جيئڻ ڏيو'' هن جي ڪردار جي سچائپ هئي ۽ شايد انهيءَ جي ڪري شروعات ۾ هن جي

سنگت وٽي. هن سان گڏ پريم جو ناتو جوڙيو جو چڱي وقت تائين برقرار رهيو ۽ اڄ اِهو بہ منهنجو ئي فيصلو آهي جو مان هن جي ساٿ جي متحاج گهٽ ۽ ايڪانت جي شائق وڌيڪ ٿي پئي آهيان. سالن تائين ساٿ رهيو پر ڪوئي بہ ڪنهنجي رُڪاوٽ نہ بڻيو ۽ نہ ئي ڪنهن اِهو چاهيو تہ ڪو بندش اُنهن تي ٻڌي!

”تون ڳالهہ جو غلط مطلب ڪڍي رهي آهين اُرمي! مونکي دائري ۾ قيد ڪرڻ جي ڪوشش ڪري رهي آهين. مان خود آزاديءَ جو قائل آهيان. توکي مون پهرين بہ چيو هو تہ اسين ڪڏهن هِڪ ٻئي جي لاءِ رُڪاوٽ نہ بڻجنداسين!“

هڪ ڏينهن مون هُن جي سامهون شاديءَ جو پرستاو رکيو ۽ هوُ بروقت ”ها“ نہ ڪري سگهيو. ڪارڻ ڄاڻڻ جي ڪوشش ۾ مون نہ ڄاڻ ڇا اُڌيري ڇڏيو؟ پر اُميش جي ناراضگيءَ اسان ٻنهي کي سوالن جوابن جي قطار ۾ آڻي بيهاريو.

”اُرمي اسين سٺا دوست آهيون، ۽ مان واعدو ٿو ڪريان تہ هميشه ئي تنهنجو دوست رهندس، اِن کان وڌيڪ مون مان ڪا اُميد نہ رکج.“!

اِهو سچ آهي تہ اُميش جي اِنهيءَ سلسلي ۾ ڪڏهن بہ ڪا ڳالهہ نہ ٿي هئي. فرم ۾ هميشهہ هڪ ملازم جهڙو ۽ ٻاهر هڪ سُٺي دوست جهڙو سُلوُڪ رهيو. هو اُنهيءَ ڏينهن کان منهنجو خيرخواهہ رهيو، جنهن ڏينهن هن اِنٽرويو کان پوءِ مونکي سيڪريٽريءَ جي جاءِ تي رکيو. اِن کي مان هن جي خاصيت چوان يا سدگُڻ، جو هوُ آفيس ۾ سيني کي عزت ڏيندو هو ۽ موٽ ۾ عزت ۽ وفاداريءَ جي اُميد بہ رکندو هو. هو مون مان گهڻو خوش هو، ۽ مان بہ. آفيس ۾ هو جيترو گنڀير ۽ سنجيندو رهندو هو، ٻاهر مون ساڻ اوترو ئي خوش مزاج. ٻارن وانگر کلندو، مسڪرائيندو ۽ ڳائيندو..! ڪڏهن ڪڏهن منهنجي زور ڏيڻ تي هيءَ غزل ڳائي ٻڌائيندو هو :

سيني ۾ سُلگدتي هئہ ارمان، آنکون ۾ اُداسي ڇائي هئہ
يي آج تيري دنيا سي همين، تقدير کهان لي آئي هئہ.
۽ اُن ويل هن جي اکين ۾ اُداسيءَ جا پاڇا تري ايندا هئا.

دروازي تي کڙڪي ساڻ آواز آيو. ”اُٿ چانهہ کڻي آئي آهيان، گرم گرم پي وٺ.“ ڪمري جي بتي ٻاريندي امان چيو. شام لهندي لهندي رات ٿيڻ لڳي هئي. ساڍي پنجين وڳي آفيس مان اچي ڳم سم ٿي ويٺي هيس ۽ هاڻ 7:30 وڳا هئا. سوچيندي ٻہ ڪلاڪ ڪيئن گذري ويا پتو ئي نہ پيو. ”تون بہ چانهہ کڻي هِتي ئي ويهي رهہ!“

هوءَ زمين تي ويهي رهي. چانهہ جي چُسڪي پريندي مان سوچيندي رهيس تہ هيءَ تنهائي بہ ڪيتري نيرس آهي جو اِنسان کي ياد جي گهرين غفائن ۾ ڪِهلي تي وجي. گهر ۾ اگر امان نہ هجي ها تہ نہ ڄاڻ اڃا ڪيترا ڪلاڪ مان اِنهيءَ سوچ جي گرداب ۾ گهيريل هجان ها.

”امان، تون شام جو ائين ئي مون ساڻ چانهہ پيئندي ڪر!“

”اُرمي، اڄ اُميش توکي وٺڻ ڪين آيو؟“ گهڙيال ڏانهن ڏسندي امان پڇيو.

”نہ، هاڻ هو ڪڏهن بہ نہ ايندو!“ مون ڍِنل آواز ۾ چيو.

”ڇو اُرمي، ڇا ٿيو آهي؟“ امان پنهنجپائيءَ سان هٿ منهنجي گوڏن تي رکندي سوال ڪيو.

”اِها ئي تہ مونکي خبر ناهي ۽ نہ ئي مان ڄاڻڻ چاهيان ٿي. اڄ 28 تاريخ آهي، پرهينءَ 30 تاريخ تي مان آفيس جو ڪمُ ڇڏينديس. پوءِ اسين هت نہ رهنداسين، بابا جي ڪوٺيءَ ۾ هلنداسين. تون مون ساڻ هلندينءَ نہ امان؟“ ائين چوندي منهنجو هيانءُ ڀرجي آيو. پنهنجي روئڻ کي روڪڻ لاءِ مون چانهہ جي پيالي چپن سان لڳائي. پر من جي ٻار نہ چانهہ پيئڻ ڏني نہ اشڪ. پيالي رکندي امان جو هٿُ پنهنجي هٿن ۾ کڻي، اُن کي چُمندي چيو- ”امان، تون مونکي اڪيلي ڇڏي نہ وڃجانءِ. هاڻ هتي منهنجو ڪير بہ نہ آهي. بابا بہ هليو ويو..ڀاءُ بہ...!“ ڇئي مان ٻارن وانگر رُئڻ لڳيس ۽ اُنهن لڙڪن جي عڪس ۾ مون اُميش کي ور ور چوندو ٻڌو-” پر مان توسان شادي نٿو ڪري سگهان ! اُرمي، ور ور ڪري مونکان اِن جو ڪارڻ نہ پُڇ. اسين دوست آهيون، دوست رهنداسين، پليز سمجهڻ جي ڪوشش ڪر!“

”ڇا سمجهان؟ تون ڪجهہ چئہ تہ سمجهہ ۾ اچي. هاڻ تہ مونکي ائين ٿو سمجهہ ۾ اچي ڄڻ تنهنجي لاءِ مان وندر جو هڪ ساڌن آهيان،

جنهن سان تون شام جو وقت پيو گذارين، جنهن سان تون بہ ٿي ڪلاڪ من ڪي بهلائيندو آهين.“

”اهو غلط آهي اُرمي، نہ تنهنجي نيت ۾ ڪجهہ آهي نہ منهنجيءَ ۾... بس اسانجي سمجهہ هاڻ ميل نٿي کائي.“ ائين چئي اُميش پنهنجو مٿو ٻنهي هٿن ۾ ڪٽي جهليو.

”پر مون ۾ اهڙي ڪهڙي ڪمي آهي جو؟“ مون پنهنجي سوال جي جواب ۾ وري سوال ڪيو.

منهنجي ڳالهہ کي وچ ۾ ڪٽيندي اُميش منهنجو چهرو پنهنجن هٿن ۾ ڪٽي، منهنجي اکين ۾ اکيون وجهندي چيو- ”اُرمي، وري ڪڏهن اِن لفظ جو اِستعمال نہ ڪجِ، ڪمي تو ۾ نہ، مون ۾ آهي...بس..!“ ايترو چئي هو ٻارن وانگر روئڻ لڳو.

مان حيرانيءَ وچان هن ڏانهن نهاريندي رهيس. هن جي معصوم چهري کي هن جي لڙڪن ڌوئي ڇڏيو هو. ڪنهن ڳهري آڳهات جي عيوض هاڻ اُهو زرد پئي لڳو.

ٻئي ڏينهن آفيس ۾ هن مونکان ۽ مون هن کان نظرون پئي چورايون. بنا گهڻي ڳالهہ ٻولهہ جي ڏينهن گذريو ۽ شام جو گهر آيس. اُميش جي گهڻي سمجهائڻ جي باوجود مان هن سان گڏ ٻاهر گهمڻ نہ وڃي سگهيس. دل کي ڪا تہ چوٽ لڳي آهي، ڪِٿي تہ ڏار پئي آهي جو دل جُڙڻ جو نالو نٿي وٺي.

”مٿي ۾ ٿورو گرم تيل ٿي لڳايانئہ، راحت ملنديءَ.“ چوندي امان هڪ تسريءَ ۾ تيل گرم ڪري ڪٽي آئي ۽ منهنجو مٿو پنهنجن گوڏن تي رکي آڱرين سان مٿي ۾ تيل جهٻيندي رهي ۽ چڱي دير مالش ڪندي رهي. مونکي گهڻو آرام مليو. شايد تيل جو اثر هو يا امان جي ويجهي هئڻ جو تاثير!

مونکي پنهنجي نؤڪري ۽ اُنهيءَ اڌوري پيار جي وڃائڻ جو ايترو غم نہ هو جيترو پنهنجو پاڻ کي ۽ سرين کي اُن صدمي کان بچائڻ جو سنتوش هو. بابا جي ٻارهي کان پوءِ سُرين جڏهن موٽي وڃي رهيو هو، تہ ڪوٺيءَ جون چاٻيون مونکي ڏيندي چيائين- ”اُرمي، زندگيءَ ۾ ننڍا وڏا حادثا



پيا واڳ تي ايندا ويندا. ڪڏهن ضرورت پوي تہ بابا جي هِن ڪوٺيءَ ۾ اچي وسجنئہ. مونکي خوشي ٿيندي.“

چاٻي وٺندي مونکي گهڻي حيراني اِن ڳالهہ تي ٿي، جو مونکان ننڍو هوندي بہ ڪيڏي نہ وڏي ڳالهہ چئي هيائين! پوشيہ جي ڪُک ۾ اِنسان جي لاءِ ڇا رٿيل آهي، اِهو اڃ ڄاڻڻ مشڪل آهي. هٿ ۾ هُيو اُهو ئي چاٻين جو ڇلو، سامهون ٻڌل سامان ۽ هيٺ ٽئڪسي وٺڻ ويل امان!

”جيئو ۽ جيئڻ ڏيو، ڪيترو صحيح چيو هو اُميش. هن واقعي مونکيجيئڻ ڏنو. پر شايد مان ائين ڪري نہ سگهيس. عوَرت جي فطرت ئي شايد سمپورڻتا چاهيندي آهي. جنهن کي پنهنجو سمجهندي آهي، اُنهيءَ کي ونڊيل نہ ڏسي سگهندي آهي، پوءِ چاهي اُهو پيار ئي ڇو نہ هجي. اُنهيءَ کي سمپورڻ روپ ۾ پائڻ لاءِ هوُءَ جيئڻ تہ ڇا، مرڻ لاءِ بہ تيار ٿي ويندي آهي. پر هڪ اپورڻ، اڌوري زندگي جيئڻ ”جيئڻ“ تہ ناهي. ”جيئڻ ڏيو“ تہ تمام پري جي ڳالهہ آهي. ڪير ڪنهن کي جيئڻ ڏيئي اِها هڪ اڻسلجهيل ڳنڍ آهي.

مان وري سوچ جي ڄار ۾ منجهندي رهيس. اِنسان ڪيترو مطلبي هوندو آهي. پنهنجي سهوليت سان اکرن جو ڄار اُڻي هڪ آزاد زندگيءَ کي قيد بخشيندو آهي.

”اُرمي هل، هيٺ ٽئڪسي بيٺي آهي.“ سامان سان گڏ مان بہ اُن واٽ تي هلندي هليس جتي بابا جي ڪوٺي، اُن جو اڱڻ، منهنجي وِڪريل جوانيءَ کي آغوش ۾ پرڻ لاءِ آتر هوا!

•

# 9. نئين ماءُ

هڪ ئي رات ۾ هوءَ ماءُ بڻجي ويئي. ماٽيلي ئي سهين، پر ٻن ڌيئرن جي پَد جي اڌڪارڻي هئي. اِهو وردان هن کي وِرهاست ۾ مليو! ممتا ڪيئن سمپورڻ ٿيندي آهي، ٻار جو رُئڻ، کيڪارڻ ڇا ٿيندو آهي، ڇاتيءَ مان کير جي ڌارا ڪيئن نڪرندي آهي، ڪجهه به ڄاڻڻ کان سواءِ هوءَ ماءُ بڻجي ويئي. قدرت جو وردان!

وڏي ڌيءُ رچنا پنهنجيءَ نئين ماءُ جي من جي ڀاوناڻن کي چڱيءَ طرح سمجهي رهي هئي. هوءَ پاڻ ناري هئڻ جي ناتي سان هِن من جي سنگهرش جي ٻن پٽن جي وچ ۾ غوطا کائي رهي هئي. ڪلا، ها ڪلاونتي ئي سندس نئين ماءُ جو نالو هو. گورو ڇٽو رنگ، ڦاهوڪو بدن، تِکا روش، هڪ ڪلاتمڪ مورتيءَ جي ڇٽا ۽ سونهن جي سوجهري جي مِلڪا هئي. هوءَ، جا اونده ۾ اُجالو پرڻ جي طبيعت رکندي هئي. هڪ اڌ ڌڙيل نوجوانڙي جا عمر ۾ هُن کان ٽي سال ننڍي ۽ هن جي ڀيڻ ڪمل کان عمر ۾ ٽي سال وڏي هئي.

رچنا گهر جي وڏي ڌيءَ هئڻ جي ناتي رِشتن ناتن کي ڄاڻندي-سڃاڻندي هئي. اُنهن جي وِچ جي ٻنڌڻن ۽ وِڇوٽين کي پرکي سگهندي هئي. سڳي ماءُ بيمار هئي، علاج ڪيو ويو. پئسو پاڻيءَ وانگر وهايو ويو. پر پئسو جيون دان ڪٿي ٿو ڏيئي سگهي؟ سنسار ۾ سمورا ساڌن جُٽائڻ ۾ پئسو مددگار آهي. اِنهيءَ پئسي جي زور تي پُراڻي ماءُ جي موت کان ٿوري وقت ۾ ئي نئين ماءُ گهر ۾ اچي ويئي. پيءُ نئين ماءُ آڻڻ ۾ جيتري جلدي ڪئي، پنهنجن ڌيئرُن سان ناتو جوڙڻ ۾ اوتري ئي دير لڳائي ڇڏي. جا مريادا رشتن کي جوڙيندي آهي، اُها ئي پيءُ جي جيون ۾ جڳهه نه والاري سگهي. انهن لاءِ رشتن جو ٽٽڻ، جُڙڻ جڻ ڪا عام ڳالهه



هئي، جا رَسم وانگر نڀائي ويندي آهي. اُن هر نيم جو پالن ٿيندو هو جنهن ۾ لوڪ لڄا، ٻاهرين مريادا، مان ۽ ڏيکاءَ جي چِمڪ-دَمڪ ڀرپور هجي ۽ جا اُنهن جي نجي سُک ۾ اِضافو ڪري سگهي.

’’رچنا ڪڏهن ڪڏهن پنهنجي نئين ماءُ کي ڪم ڪار ۾ هٿ وٺائيندي ڪر، هُن کي ڪجهه وقت لڳندو سِکڻ ۾... تون...!‘‘

پيار بنا پتا جو آديش هو، پنهنجپائيءَ کان خالي! هڪ حُڪم نامو هو جو، نه ڄاڻ ته ڪهڙي روايت جي تحت هو. سدائين پريوار جي ڀاتين تي پيو مڙهيندو هو، هميشه وانگر... جيئن هوُ نئين ماءُ کان اڳ منهنجي ماءُ جي مٿان به پيو لاڳو ڪندو هو.

’’ڇا توهان پنهنجيءَ نئين زال جي ڳالهه پيا ڪريو؟‘‘ رچنا ڪراري چوٽ ڪندي آواز ۾ ڪوڙاڻ آڻيندي چيو. واتاورڻ ۾ جيترا به هوءَ بدلاءَ ڏسندي هئي، اوترو ئي هن جي سوچ پنهنجي پيءُ جي خلاف ٿيندي هئي.

’’ها، ها تنهنجي نئين ماءُ جي ڳالهه ڪري رهيو آهيان. سُٺو ٿيندو جي تون پراڻن ۽ نون رِشتن جي جهيڙي ديوار کي هٽائي هن کي ماءُ ڪري سڏ ڪر!‘‘ پيءُ پنهنجا گرم تيوَر ظاهر ڪندي چيو.

’’پر مان هن کي ماءُ نٿي سمجهان ۽ نه ئي ماءُ ڪري مخاطب ٿي ڪري سگهان. هوءَ ته مونکان ٽي سال ننڍي آهي. ڪونٽي سان ٻڌي هُن سان هڪ رشتو جوڙي، بس هڪ نالو ڏئي ڇڏيوَ... نه ڄاڻ ڪهڙي سوارٿ جي ڪارڻ...؟‘‘

’’رچنا، پنهنجيءَ سوچ کي لغام لڳاءِ، اُن کي پِٽڪڻ نه ڏي!‘‘ پيءُ اٽڇتن لفظن ۾ وروڌ ڪيو.

’’رِشتن کي جوڙڻ هڪ ڳالهه آهي، تِن کي نڀائڻ ٻي ڳالهه آهي... ۽ اُنهن کي پار پهچائڻ لاءِ توهان کي ٻارن جي مدد وٺڻي پوي، اِهو نه ته صحيح آهي ۽ نه ئي دنياداريءَ جي لحاظ کان وڻندڙ...!‘‘ چئي رچنا بيرُخيءَ سان منهن ورائي موٽڻ لڳي.

’’ترسُ... تون پنهنجي نئين ماءُ کي ماءُ نٿي مڃين، ڇا اِهو ٿي چوڻ

چاهين ؟'' پتا جو آواز هاڻ ڪڙڪيلو ٿيندو رهيو.

''نه، مان ڇوڙ ته نٿي چاهيان، پر ڇوڙ ڪانسواءِ رهي به نٿي سگهان! توهان اِهو احساس مونکي ڏيارڻ جي ڪوشش نه ڪريو، ته توهان جيڪي رشتا منهنجي مٿان مڙهيندا، اُهي مونکي ۽ ڪمل کي منظور هوندا؟ مونکي ڀلي-بُري جي سڃاڻپ آهي، ۽ ٽِن ۾ فرق به سمجهان ٿي. هِن گهر جي وڏي ڌيءُ جي عمر ڪان ننڍي، ڪنهن ٻئي گهر جي ڌيءُ کي توهان شادي ڪري وٺي آيا، اِهو توهانجو فيصلو هو. پر هاڻ توهان مونکي اِن ڳالهه لاءِ ڪنهن به دٻاءَ ڪان مڪت رکو ته سٺو ٿيندو. هُن نئين شادي ڪيل ڇوڪريءَ جو پنهنجيءَ سوچ تي پورو اڌڪار ٿيڻ کپي، مان هُن جي سوچ جي دائري ۾ خلل نٿي ڏيڻ چاهيان.''

پڪي پُختي سوچ واري، ۽ رشتن جي صلاحِيت جي سڃاڻڻ جو هُنر رکڻ واري رچنا اڄا تائين اِنهيءَ سچ کي سويڪار نه ڪري سگهي هئي. پيار ۽ مجبورُي، نياءُ ۽ انياءُ جو هرهڪ صفحو پنهنجي آکاڻي بيان ڪري رهيو هو. عورت پنهنجي سَتي هئڻ جي ڌرم جو ڪيسين تائين اِمتحان ٿيندي رهندي؟ ڇا هُن جي مرضي مردن جي منمانيءَ جي چانئٺ تي مٿو ٽڪرائيندي رهندي. ڇا هُن جي چاهت ظلم ۽ زور جي گپ ۾ پئي ٽاڦوڙا هڻندي؟

ماءُ جي موُت رچنا جي من کي گهري چوٽ پهچائي، ۽ ٿوري ئي وقت ۾ پيءُ جو نئين ماءُ کي وٺي اچڻ هڪ ٻي چوٽ هئي. چوٽ درد جو احساس ڏيندي آهي ۽ اُهو موت ۾ گهٽو ڪجهه سيکاري به ويندو آهي - پيار، نفرت، حسد ۽ پنهنجائپ سمجهوتي جي نالي ۾ سڀ رشتا بي نقاب ٿي ويندا آهن، سڀ چهرا صاف نظر ايندا آهن. اِها سوچ رچنا جي ويچارن تي حاوي رهي، ۽ ڪوبه ٻنڌن هن جي دک تي آٿت نه ڏيئي سگهيو.

سمسيا جي هڪ سماڌان جا ڌاڳا اڄا سلجهندا ئي نه هئا ته ٻي درگهٽنا ٿي گذرندي هئي. هڪ حادثي پٺيان ٻيو حادثو اهڙي تکڙي رفتار سان ٿي گذرندو هو ۽ انهن جا سماڌان اڌورا ئي اڌورا اوندهه جي گردش ۾ گُم ٿي ويندا هئا.



''توهانجي چانهه کٽي آئي آهيان.'' نرم، سڀاجهو، پيار ڀريل آواز ٻڌو. سوچ ۾ پئدا ٿيل ڪوُڙاڻ، گرم چانهه جي ٻاڦ وانگر رفوچڪر ٿي ويئي. اک کٽي ڏٺائين ته ڪلا چانهه ٽِپائيءَ تي رکڻ لاءِ جهڪي هئي.

''ٻُڌ'' ۽ اڳيان رچنا ڪجهه نه چئي سگهي.

''جي!'' هي ڪلا جو آواز هو انهيءَ ٻُڌ-تر ۾ گم ته هوءَ رچنا کي ڪيئن، ڪهڙي سنٻوڌن سان سڏ ڪري؟ ڪيئن هن کي وشواس ڏياري ته هوءَ اُن جي ۽ ڪمل جي مانسڪ حالت ڪان واقف آهي، من جي ويچارن جي اُلجهن ڄاڻي ٿي، هن جو دک-درد ونڊي ٿي سگهي، هن جي ساهيڙي بڻجي ٿي سگهي. پر نئين ماءُ جي روپ ۾ شايد هوءَ تِن جي آشائن ۽ اُميدن تي پوريءَ طرح سڦل نه ٿي سگهي.

ڪلا جو ٻالپڻ گذريو. جواني بنا دستڪ ڏيڻ جي آئي، ۽ بهار اچڻ ڪان اڳ خزان قدم رکيو.

''پُٽ هاڻ تون اِسڪول وڃڻ بند ڪر. گهر جو ڪم-ڪار سِکُ، اڳتي ڪم ايندءِ.'' ماءُ هڪ ڏينهن سمجهائيندي چيو.

''پڙهڻ به ته ڪم ايندو ! گهر جو ڪم-ڪار ته عوُرت کي تا-عمر ڪرڻو پوندو آهي ۽ هرهڪ ڇوڪري جڏهن عورت بڻجندي آهي ته اُها ضرورت مطابق سڀ ڪجهه سهج ئي سکي ويندي آهي.'' چوندي ڪلا ڪتاب کٽي مٿي کُڏ تي وجي پڙهڻ لاءِ قدم اڳتي وڌايو.

''اڙي ٻُڌ ته سهين، اٽڀُڏو نه ڪندي ڪر. تنهنجو پيءُ تنهنجي مائٽي هلائي رهيو آهي. سٺي گهر جو ماڻهو آهي.'' ماءُ ڇڻ خبر ٻُڌائيندي چيس.

''ماڻهو...!'' ۽ ڪلا جي مات ۾ سوَن سوالن دم توڙي ڇڏيو. هن جون مانيٽيون اکيون ماءُ ڏانهن اُٿيون. پر ڪجهه چئي نه سگهي...!

''اڙي ها، هوُ سيٺ ديالداس آهي نه، جنهنجي زال ٻه مهنا اڳ گذاري وئي، اُهوئي. ايڏو وڏو واپاري آهي، هٽ حويلي، ٻه ڏيئرون آهن، پر گهر کي وارث نه مليو آهي. ڪوئي ته هجي جو ايڏي وڏي ڪاروبار جي واڳ سنڀالي. اِئين ئي ته نه گذرندو هي ڇِڙوچڙ جيون؟ جي تنهنجي ڳالهه پڪي ٿي وڃي، ته پوءِ سمجهه اسان گنگا سنان ڪيو! تنهنجي پُٺيان

بہ پينر بہ نہ آهن. مونکي وشواس آهي تہ هي رشتو هنن جي لاءِ بہ سرڳ جو در کولي ڇڏيندو!'' چوندي ماءُ ٻئي هٿ جوڙي نہ ڄاڻ ڀڳوان جي سامهون کهڙيون منٿون ڪندي رهي.

ڇت تي وڃڻ لاءِ ڏاکڻ تي پير رکيو ئي هئائين تہ ڄڻ هڪ جهٽڪي لڳڻ سان بيهي رهي. ڪلا، ڪلاوتي، ڪملا پرساد - اِهوئي نالو هن جي اِسڪوُل ۾ داخلا وٺڻ وقت رجسٽر ۾ درج ٿيل هو. ياد جون ديوارون بہ شيشي سمان هونديون آهن. بي پناه نازڪ اُهي يادون بہ بنا چوٽ جي چوُر چوُر ٿيڻ جي طبيعت رکنديون آهن. بي آواز ئي ڀُرنديون وينديون آهن. ماءُ ڏانهن نهاريندي ڪلاونتي سوچيندي رهي. نالي جي سچائپ ڇا فقط پيءُ جي نالي سان ٿيندي آهي. جنم ڏيڻ واري ماءُ ڇا صرف نالي ۾ ماءُ هوندي آهي جا پنهنجو سمورو وجود ٻارن جي پُٺيان پئي نڇاور ڪندي آهي، پر پنهنجو نالو بہ اُنهن کي نہ ڏيئي سگهندي آهي، اُنهن جي سچائپ نہ ٻڻجي سگهندي آهي. هِن پُرش پرڌان سماج ۾ ڇو عورت کي پنهنجي سچائپ نٿي حاصل ٿئي؟ ناريءَ جي پريپورتا تہ ماءُ ٿيڻ ۾ آهي ۽ اِهو هُن جو جنم جو اڌڪار آهي. پنهنجي سوچ تي ۽ ڀاونائن تي هن جو پورو اڌڪار هئڻ کپي. هن جي زندگيءَ جو فيصلو ڪوئي ٻيو ڪري اِهو نہ ٺيڪ ناهي، پوءِ ڀلي هو هُن جا ماءُ-پيءُ ڇو نہ هجن.

ڪلا پنهنجي آس-پاس سوچ جي تندُن سان پنهنجي ايندڙ مستقبل جا سپنا اُڻندي رهي. ايتري ۾ هڪ ڪڙڪندڙ آواز ڄڻ هن جي ڪنن ۾ گرم، پگهريل، شيشو اوتي ڇڏيو هو....!

''اڙي ڀاڳنواري...ٻُڌين ٿي... سڀاڻ شام جو ڪلا جو رِشتو سيٺ ديالداس سان پڪو ڪنداسين. هو سڀاڻ شام جو شُڀُن کڻي ايندا. ڏسج تہ انهن جي سواگت ۾ ڪا گهٽتائي نہ رهي.'' چوندي ڪملا پرساد پنهنجي ڌوتيءَ جو پلئُہ سنڀاليندي پنهنجي ڪمري ڏانهن هليو ويو ۽ ڪلا جا وڌندڙ قدم اڳيان وڃڻ جي بجاءِ، نہ ڄاڻ وقت جون ڪيتريون ڏاڪڻيون پُٺيان لهي آيا.

ڪجهہ ٽٽي ڪري ٻِکرجي ويو. اُهو ڇا هو سو هوءَ ڄاڻي نہ سگهي، جو



ڪجهہ بہ ٿيو سو هوءَ اُنهيءَ احساس سان پاڻ کي جوڙي نہ سگهي. دل ۾ هڪ خالي پڻو پرجندو رهيو ۽ اوندهہ جا پاڇا وڌيڪ گهرا ٿيندا رهيا. زندگيءَ جون رؤنقون پل-ڪن ۾ ڦڪيون لڳڻ لڳيون. گل ٽڙڻ کان اڳ ڪوُمائجڻ لڳا. راڳ جي بنسري اڻٻُڌل رهجي ويئي. گل جي پنکڙي اڻ ڇُهيل رهجي ويئي. هوائن ڄڻ ساه کڻڻ بند ڪري ڇڏيو. آس پاس جي تمام هلچل بہ خاموش، پر خاموش درد جا سُڏڪا ڪير ٿو ٻڌي؟ هن رشتن جي بازار ۾ ڏي-وٺ جي واپار ۾ پيسجي وينديون آهن ڌيئرون، اُنهن جو سمورو وجود، اُنهن جي زندگيءَ جي سچائپ هڪ بحث تي اچي رُڪجي ويندي آهي.

''توهان پنهنجي چانهہ هتي ئي کڻي اچو. گڏُ پيئنداسين!'' هي رچنا جو ڪومل آواز هو. ڪلا کي لڳو ڄڻ ناسمجهيءَ جي جهيڻي ديوار ڀُري ڪري پئي هجي. هن جي ناري من ۾ هڪ اُجالو، نئين سوجهي ۽ سمجهہ جا در کولي رهيو هو. لڳس جڏهن نوان رشتا جڙندا آهن تہ چاهيندي بہ اُنهن کان منهن موڙڻ مشڪل آهي، بس نڀائڻ جا رستا ڳولهڻا پوندا آهن. هونءَ بہ عوُرت پنهنجي آس-پاس جي چڪر ۾ گپي پئي هوندي آهي جنهن کان هوُءَ مکت ٿيڻ چاهيندي آهي. حالات جي سيني للڪارن کي قبول ڪرڻ کي شايد هوءَ پنهنجي قسمت سمجهي ويٺي آهي.

هڪ پل ۾ ڪلا کي لڳو ڄڻ هوُءَ هڪ گُهٽ ڀرئي چڪرويوه مان آزاد ٿي ويئي هجي. من جي واد وواد جي قيد مان نڪري آزاد ماحول ۾ آئي هئي، مڪتيءَ جو دروازو هُن کي پنهنجي ڀاڪر ۾ ڀرڻ لاءِ آتو هو.

پل ۾ هوءَ 'نئين' نہ رهي، پُراڻي ٿي ويئي!



# 10. آخري فيصلو

هلندڙ گاڏيءَ جي ڏڙ ڏڙ ڏڙ آوازن ۾ هن جي دل جو شور بہ شامل هو. گم سم... پنهنجيءَ سيٽ تي ڪيترن ئي ڪلاڪن ڪان هوءَ ليٽيل هئي. پنهنجي جيون ياترا جي گذريل ڪجهہ پلن کي اڄ سان جوڙيندي رهي. چاليهہ سال اڳ چينئيءَ ۾ پنهنجي ڳوٺ جي گهر ۾ پير پائي هن جنهن گرهست جيون جي پيڙهہ رکي، اڄ اُنهيءَ ئي گهر ۾ موٽي رهي هئي. اِن ڳالهہ جو هُن کي فقط احساس ئي نہ، پر وشواس هيو تہ جيون جو ڪال-چڪر بنا بدلجڻ جي نٿو رهي سگهي. ڪجهہ بہ ساڳيو نہ رهندو آهي، نہ تن، نہ من، نہ سوچ ۽ نہ ئي ڪرم. سڀ نيتيءَ جي دائري ۾ پنهنجو پاڻ پيو هلي، هلائي. اُپرندڙ سج کي ڏسڻ بعد لهندڙ سج کي نمسڪار نہ ڪرڻ پنهنجي ئي ناداني آهي. اِن ڪال چڪر ۾ سوجهرو اونده کي پيو پري ڪري، غم خوشيءَ جي سامهون بيهي نٿو سگهي ۽ خوشيءَ جون شهنايون غمن کي گهڻي دير پنهنجي اڳيان بيهڻ نٿيون ڏين. پنهنجي ماضيءَ ڏانهن ويندي هن کي ياد آيو تہ اِنهيءَ اڱڻ ۾ بهارون بہ آيون هيون. گل بہ ٽڙي ڪري سُرها ٿيا هئا ۽ وري اِهو بہ ڏنو تہ پنورا سُرهاڻ بہ چورائي ويندا آهن. ڪڏهن ڪڏهن ....نہ..نہ! هن پنهنجيءَ سوچ کي بريڪ ڏني. هاڻ راڌا وڏيڪ سوچڻ کان ڪنارو ڪرڻ لڳي.

سامهون برٿ تي ڪي ماڻهو جاڳي رهيا هئا، ڪي وينا هئا. ڪي هٽ منهن ڌوئي اچي پنهنجي جڳهہ تي وِراجمان ٿيا. هوءَ بہ اُٿي، پنهنجي چادر سوري دريءَ سان لڳي ويهي رهي. گذريل چئن سالن کان هوءَ نہ ڄاڻ ڇو پنهنجو پاڻ ۾ گُم ٿيندي رهي، پنهنجي اندر هڪ دنيا آباد ڪري اُنهيءَ ۾ وسندي رهي، ڪجهہ اهڙيءَ طرح جيئن ڪو پُراڻو جهاز بي خبريءَ ڪارڻ ڪنهن ڇٽان سان ٽڪرائجي اُتي ئي ڪناري جي آسپاس ريتيءَ ۾



ئي دٻجي ويو هجي. هن کي لڳو ڄڻ هن جي ڇپن تي ڪِلَ جي بدران هڪ ماٺ اچي وئي هئي.

صبح جو سوجهرو سج جي سيتل ڪرڻن سان وڌيڪ روشن ٿيو. اُن شفاف صبح جي وقت گاڏي ڪنهن اسٽيشن تي اچي بيٺي. ڪجهہ مسافر لٿا، ڪي وري اڳيان وڃڻ لاءِ چڙهيا.

”چانهہ-چانهہ“ آواز ڏيندي بہ ٽي جوان ڇوڪرا هٿن ۾ ڪوپ ۽ چانهہ جي ڪٽلي کڻي گاڏي ۾ داخل ٿي هيڏانهن هوڏانهن ڦري ڪري پنهنجو ڌنڌو ڪري رهيا هئا. اهڙي وقت تي ڪوئي آرام سان ڪيئن ٿو ويهي سگهي؟ بس پريشانيءَ کان بچڻ لاءِ هرڪو هٿن ۾ ڪوپ جهلي چانهہ جون چُسڪيون پرڻ لڳو. هن بہ چانهہ جي پيالي خريد ڪري رات کان رکيل ورت کي ٽوڙيو.

”توهان ڪيڏانهن وڃي رهيا آهيو پيڻ؟“ هڪ مرداني آواز هن جي ماٺ جي چڪرويوه ۾ دخل ڏنو. هاڻ هوءَ سامهون ويٺل هڪ گنڀير جوڙي سان مخاطب ٿي.

”چينئي ۽ توهان...؟ سوال جي جواب ۾ هڪ سوال پڇيائين!

”اسين بہ اُتي ئي رهندا آهيون ۽ ٻن سالن کان پوءِ پنهنجي گهر موٽي رهيا آهيون.“ مرد جواب ڏيڻ ۾ اڳڀرو ٿيو.

”ڪٿان اچي رهيا آهيو توهين؟“ راڌا هن جي زال ڏانهن رُخ ڪندي پڇيو.

”جي سڊنيءَ کان اچي رهيا آهيون. دهليءَ مان ٿيندي هاڻ اوڏانهن وڃي رهيا آهيون. توهان ڪٿان موٽي رهيا آهيو؟“ هاڻ زال ڳالهين جو سلسلو اڳيان وڌايو.

”جي مان سئن فرنسسڪو مان پنهنجي گهر ٽن سالن کان پوءِ موٽي رهي آهيان!“ راڌا جواب ڏيئي دريءَ کان ٻاهر نهاريندي نہ ڄاڻ اندر ۽ ٻاهر جي گوڙ ۾ ڪٿي گُم ٿي ويئي.

هوءَ بہ تہ گذريل ٽن سالن کان پوءِ اُنهي ننڍڙيءَ حويليءَ جي اڱڻ ۾ پير پائيندي، جتي هُن پنهنجي زندگي جو سفر شروع ڪيو هو. هڪ نرم

احساس هن کي ڇهي ويو. هوءَ ويهن سالن جي هئي جڏهن هن جي شادي
راڪيش ڪنا سان ٿي هئي. اُهو ئي راڪيش جو هن جي نرڙ تي لڳل بنديءَ
کي ڏسي اڪثر رشڪ واري انداز ۾ چوندو هو: ''هيءَ ته ڀاڳن واري آهي
جو سدائين تنهنجي مٿي تي چُنبڙي پئي آهي.'' ڪڏهن وري هن جي
اکين ۾ اکيون وجهي نه ڄاڻ ڇا ڳولهيندو هو. اُهي پيار جا پل اڄ به راڌا
جي من ۾ هڪ سوغات جي روپ ۾ سمايل آهن. اڄ اُنهن يادئُن کي ياد
ڪندي ڇو عذاب پائي رهي هئي؟ پنهنجي حصي جو سک هوءَ پنيان
ڇڏي آئي هئي، هاڻ پيڇرن مان گذرندي پهرين هن کي ڪؤڙاڻ جو سواد
ونٹو پيو، پوءِ اُن کي پيئڻو پيو. هاڻ ته ڄڻ هوءَ نيلڪنٺ ٿي ويئي هئي.

''اُتي مان پنهنجن ٻارن سان ملڻ ويئي هيس... ۽ توهان...؟'' چئي
راڌا ماٺ جي ڏنڌ ۾ گم ٿي ويئي.

''اوهه...نه پڇو پيڻ ڳالهه نه پُڇو...!'' چئي مرد ڏکهو ساهه کنيو.

''توهان به کهڙين ڳالهين کي وٺي ويٺا آهيو...؟'' چوندي زال پاڻوهه
سان هُن جي گوڏن تي هٿ ڦيريو.

''توهان جي پريوار جا ڀاتي به سڊنيءَ ۾ رهندا آهن؟'' هاڻ راڌا
پنهنجي بچاءُ لاءِ سامهون ويٺا زال ڏانهن نهاريندي چيو. هونءَ به ڳالهين
ڪندي من ۾ ڄميل درد جي برف پگهرجڻ لڳي هئي. هي درد به عجب
احساس آهي. پنهنجيءَ تپس ۾ برف وانگر ڳرڻ لڳندو آهي. راڌا جون
اکيون آليون هيون. پنهنجي گذريل ڪلهه مان ٻاهر نڪري پنهنجي اڄ
سان پاڻ کي جوڙڻ لڳي.

''جي اسانجا ٻئي ٻار. پُٽ ۽ ڌيءَ، ٻئي شادي ڪيل، ٻارن ٻچن وارا
آهن...'' چئي مرد اُيو ساهه کنيو.

''اوهه....!'' راڌا جي منهن مان اُمالڪ نڪري ويو.

سامهون ويٺل جوڙي سان، اڻسڃاتل ئي سهين، پر تن سان هڪ ناتو
ضرور جڙي ويو هو ۽ هاڻ ڳالهه-ٻولهه سان اُهي اجنبيپڻي جون ڳنڍيون
کُلڻ لڳيون. ڪٿي ڏارين ۾ پنهنجپائي ۽ ڪٿي پنهنجن ۾ غيرت.



''نه امان، تون هميشه مون ساڻ نٿي رهي سگهين. اسان کي به پنهنجي
آزادي گهرجي. توهان ڇهه مهينا ونود وٽ ۽ ڇهه مهينا مون وٽ رهو. اِهو ئي
اسان سڀني لاءِ سٺو آهي!'' چئي ڪري انمول آفيس هليو ويو ۽ ٿوري دير
۾ هن جي زال وِيا به آفيس وڃڻ لاءِ تيار ٿي آئي.

''امان مان وڃان ٿي.'' چوندي هوءَ دروازي کان ٻاهر نڪري ويئي.

بس گهر جي ڇٽن پٽين جي گُهٽ ۾ گهيريل رهجي وئي راڌا ۽ معصوم
رچنا، جا ٻن سالن جي هئي پر پنهنجي داديءَ جي آنگر جهلي هن جي
اکين ۾ نهاريندي رهي. شايد زندگيءَ کي سڃاڻڻ جو هيءَ اُنهيءَ جو
پهريون تجربو هو.

۽ اُنهيءَ شام جو راڌا پنهنجي وکريل وجود کي سيڙهيندي هڪ ڪٺور
فيصلو ورتو. شام جو سڀ کان پهرين وِيا موٽي آئي ۽ پوءِ انمول. ٿنهي
ڇانهه جا ڏُک ماٺ ۾ پريا. رچنا پينگهي ۾ سمهي پئي هئي. راڌا انمول ڏي
نهاريندي پنهنجي ڳالهه سامهون رکي: ''انمول، مون فيصلو ڪيو آهي ته
هاڻ مان هتي ڪنهن وٽ به نه رهنديس. پنهنجي گهر چينئيءَ ٿي وڃڻ
چاهيان، منهنجي وڃڻ جو بندوبست ڪري ڇڏين ته بهتر ٿيندو!''

ماءُ جي ڪٺور آواز ۾ ٻڌايل اُن فيصلي انمول کي ڪنهن حد تائين
ڏوڏي ڇڏيو. هي سڀ اُنهيءَ جي چيل ڳالهه جو نتيجو هو جو ماءُ هي طئه
ڪيو آهي. من ئي من ۾ هو پٿر مان ڄڻ موم ۾ بدلجي ويو.

''امان، منهنجي چوڻ جو اِهو مطلب نه هو. مان چاهيان پيو ته ونود به
ڪجهه جوابداري کڻي!''

''انمول تو جو به ڪجهه چيو اُهو پنهنجي جڳهه تي ٺيڪ آهي. پر مان
ڪڏهن به برداشت نه ڪري سگهنديس ته ڪنهن ڏينهن ونود به منهنجي
سامهون اهڙي ڪا سمسيا آڏو آڻي ۽ مان وري نراڌار ٿي پوان. هاڻ مون
فيصلو ڪيو آهي ته مان پنهنجي گهر موٽي وينديس، اُتي ئي رهنديس.
توهان پنهنجن ٻارن سان خوش رهو، اِها منهنجي آسيس آهي.''

گاڏيءَ جي رفتار سان راڌا جي سوچڻ جي رفتار به وڌندي رهي، پر
گذريل ڪجهه سالن جون يادون هن جي تنهائيءَ ۾ آس پاس ڦرڻ لڳيون.

جڏهن هُن جو ڳهوٽ ڳڌاري ويو تڏهن وڏو پُٽ ونود آيو هو، ننڍو انمول نه اچي سگهيو. ٻارنهن ڏينهن رهيو، ۽ ور-ور ماءُ کي گهرُ وڪڻي، پرديس ۾ اُنهن سان گڏ رهڻ جي صلاح ڏيندو رهيو.

''امان، هاڻ هتي توهانجو اڪيلو رهڻ نيڪ ناهي، اُتي توهانجا ٻه گهر آهن، ننهرون، پوٽا، پوٽيون آهن، تِن جي وچ ۾ توهان جو من به لڳو پيو هوندو.'' ۽ ويندي ويندي چوندو ويو- ''مان ڪرسمس جي موڪلن ۾ ريتا ۽ توهانجي پوٽي کي ساڻ وٺي ايندس ۽ موٽندي توکي پاڻ سان گڏ وٺي هلندس. تيستائين تون به ان ڳالهه تي سوچ-ويچار ڪر ۽ فيصلو ڪر ته توکي ڇا ڪرڻو آهي.''

ماءُ ٻڌندي رهي، من رئندو رهيو، پر ڪنهن ڳالهه جو ورونءَ نه ڪري سگهي. ڪجهه مهنن کان پوءِ جڏهن ننڍو پُٽ انمول پنهنجي زال وِيا کي ساڻ وٺي آيو تڏهن تمام گهڻي زور ڏيڻ تي هوءَ اُنهن سان پرديس جي ياترا تي وڃڻ لاءِ راضي ٿي، پر گهر کي وڪڻڻ واري ڳالهه تي ڪڏهن به راضي نه ٿي. نه ڄاڻ زندگيءَ ۾ ڪنهن موڙ تي اُس ۾ هن کي پنهنجي گهر جي ڇانو جي ضرورت پئجي وڃي. اِهو سوچي ٻنهي پٽن جي صلاح سان شامل راءِ نه ٿي سگهي. سوال جوابن جي طلب ۾ ٽڪجي پيا، تِن کي سؤ سوالن جو هڪ ئي جواب مليو خاموشي. اِها ڳالهه سيني جي دلين ۾ خلش بڻجي وسي وئي. پرديس وڃڻ بعد اُنهيءَ مڪان جي رکوالي فقط هڪ تالو ڪندو رهيو جنهن جي چاٻي هن پاڻ وٽ سنڀالي رکي ڇڏي. پنهنجي سوچ جي غبار مان جڏهن راڌا ٻاهر نڪتي ته هن جون اکيون سامهون ويٺل جوڙي سان مليون، ته اکين جي آلاڻ اٽڪيل گهڻو ڪجهه چئي ويئي.

''منهنجو نالو راميشور آهي ۽ منهنجي زال جو نالو ڪملا آهي، توهان اسان کي نالي سان سڏي ٿا سگهو پيڻ.'' چوندي مرد پنهنجائپ جو هڪ ناتو جوڙيندي چيو '' پيڻ اسين پنهنجي ٻارن کي نه ڇڏي سگهياسين، اِنهيءَ ڪري پنهنجو گَهرُ اٿڻ ڇڏي اُنهن وٽ هلي وياسين، پر هاڻ ٻارن اسان کي ڇڏي ڏنو آهي.''



وڌيڪ نه هو ڪجهه چئي سگهيو، نه راڌا ڪجهه ٻُڌي سگهي. دل ۾ دفن ٿيل زخمن جو حساب ڪتاب ته اسين نٿا رکي سگهون، پر تِن جي درد جي آهٽ کي نسن ۾ تڙپندو ضرور محسوس ڪري ٿا سگهون. شايد درد ونڊڻ ئي درد جي دوا جو ڪم ٿو ڪري.

''ڀائي صاحب، مان به ڪجهه اهڙو ئي فيصلو وٺي گهر موٽي رهي آهيان. اسان ٻارن کي پالي پوسي وڏو ڪيو. فرض هو اسانجو. پر جي ٻار اسان کي نٿا پالي سگهن ته اهو ئي سهين. ڀڳوان اُنهن کي خوش رکي.'' چوندي راڌا پنهنجين آلين اکين کي ساڙهيءَ جي پلوءَ سان اُگهي ڇڏيو.

''او...توهان به بي درد وقت جي مار کائي موٽيا آهيو.'' چوندي ڪملا پهريون ڀيرو ڄميل برف کي ٽوڙڻ جي ڪوشش ڪئي.

''ڇا مطلب؟'' راڌا جي اکين ۾ هڪ مانيٽو سوال هو.

''ڀيڻ برو نه مڃجو، اسين به توهان وانگر ٻنهي ٻارن جي بي ٻاڪ حلت کان پاڻ کي آزاد ڪرائي آيا آهيون. هاڻ پنهنجي پراڻي دنيا وري وسائڻ ٿا چاهيون. اُنهن اسان کي ڇڏي ڏنو ڇاڪاڻ جو اسان چينئي وارو اباڻو گهر اُنهن جي مرضيءَ مطابق وڪڻڻ لاءِ راضي نه ٿياسين. شايد اِهو ئي اسانجي لاءِ هڪ وردان بڻجي پيو، ورنه اڄ اسين بي اولاد ته ٿيا آهيون، بي گهر به هجون ها.'' چوندي پرشوتم سامان سيڙهڻ ۾ لڳي ويو، شايد اسٽيشن قريب هئي.

سفر ڪنهن ويل پورو ٿيو، هنن کي خبر ئي نه پئي، پر منزل سامهون هئي اِهو ضرور ڄاتائون. پرشوتم پنهنجي زال ۽ سامان سوڌو هيٺ لٿو ۽ پوءِ ٻنهي راڌا جو سامان هيٺ لاهڻ ۾ مدد ڪئي. هڪ ٻئي کان موڪلائي مسافر پنهنجي پنهنجي منزل ڏانهن اڳيان وڌي ويا، اوندهه کي پٺيان ڇڏي جيون جي واٽ تي هڪ نئون سفر شروع ڪرڻ لاءِ.



# 11. ائين بہ ٿيندو آهي

ڪيڏانهن ويئي هوندي هوءَ؟ پهرين تہ اِئين ڪڏهن نہ ٿيو آهي جو رتيل وقت تي هوءَ گهر نہ موٽي هجي! جي ڪڏهن ڪو ڪارڻ بڻجي بہ ايندو آهي تہ فون ضرور ڪري ڇڏيندي آهي. منهنجي چنتا جي هن ڪي چنتا آهي، گهٽي آهي، پر اڄ هن جي چنتا جي ٻي چئنيءَ مونکي اِئين گهيري ڇڏيو آهي جو منهنجا پير نہ گهر ۾ ٽا ٽِڪن ۽ نہ گهر جي ٻاهر قدم رکڻ ۾ ڪامياب ٿا ٿين. ڪيڏانهن وڃان، ڪنهنڪان پڇان؟ جڏهن ٻيو ڪجهہ سمجهہ ۾ نہ آيو تہ فون ڪيو. پڇڻ جو پهريون اُدم ناڪام رهيو، ڇو جو هُن پاسي ڪوئي فون ئي نہ پيو کڻي. لڳاتار گهنٽيون وڄنديون رهيون... ڄڻ ڪو گهر ۾ ٻوڙن جو نواس هو. منهنجن سيٽن جي ڳالهہ ڪري رهي آهيان!

هاڻ تہ ڪلاڪ کن کان پوءِ آهن. رات جو انين وڳي تائين موٽي ايندي آهي، هاڻ 11 ٿي رهيا آهن. بس اُنهيءَ ڇُپچاپ ٽنگيل گهڙيال ڏانهن ڏسان ٿي، تڪيان ٿي، گهوري نهاريان ٿي، پر هن کي بہ ڪهڙي خبر تہ جيون احساسن جو نالو آهي؟ ڀلا هن کي ڪهڙي خبر تہ انتظار ڇا ٿيندو آهي؟ ۽ اِنتظار ۾ ماندو ٿيڻ ۽ تڙڦڻ ڇا ٿيندو آهي؟

اوچتو دل جي دڙڪن تيز ٿي ويئي. فون پئي وڳو. گڙٻڙ ۾ کڻڻ جي ڪوشش ۾ بند ڪرڻ جو بٽڻ دٻجي ويو ۽ ويچارو فون پنهنجو سمورو آواز دٻائي ماٺ ٿي ويو. مون پنهنجو متو ڪٽي ڪُٽيو. آواز تہ ٻُڌي وٺان ها، پُڇي تہ وٺان ها ڪٿي آهين، گهر ڇو نہ موٽي آهين هيل تائين؟

مون پنهنجيءَ سوچ کي 'بريڪ' ڏنو، ڊگهو ساهہ کنيم، پاڻيءَ جو گلاس پي ڪري وري هڪ ٻيو پي ورتو. من کي شانت ڪرڻ جي ڪوشش ۾ پلنگ تي ويهي رهيس. فون کي اُٿلائي پُٿلائي ڏٺو. وري نمبر ڏٺو، ڪو اڻسڃاتل نمبر هو، اُهو نہ، جنهن جو اِنتظار هو.



بنا ڪجهہ سوچي سمجهي مون اُهو ئي نمبر وري دٻايو. گهنٽي وڳي،وڄندي رهي ۽ پوءِ بند ٿي ويئي. هاڻ منهنجو دپ مونکي خؤف بخشي رهيو هو. منهنجا هٿ-پير ٿڌا ٿي رهيا هئا. اندر ۾ دپُ بجليءَ جي ڪرنٽ وانگر ڊوڙندو رهيو. مون فون جو بٽڻ وري دٻايو، گهنٽي وڳي، ڪنهن کنيو ۽ پوءِ رکي ڇڏيو. هاڻ منهنجي پريشاني اڃا وڌي ويئي. رات جو وقت، بي صبريءَ سان هن جو اِنتظار ۽ ڳالهہ-ٻولهہ جو ماڌيم بند، ڄڻ هر پاسي ڪرفيو لڳل هو.

آخر فون جي گهنٽي وڳي، هڪ، ٻہ..ٽي پيرا...! مون سنڀالي انهيءَ کي کنيو، کڻي ڪن وٽ آندو ئي هو تہ هِڪ ڪڙڪ-گرجندڙ آواز ڪنن سان ٽڪرايو. ''پريشان نہ ڪر، هاڻ هوءَ گهر موٽڻ واري ناهي. هِڪ ڪلاڪ ۾ اُن جي شادي ٿيڻ واري آهي، ڊسٽرب نہ ڪجانءِ.'' بي رحميءَ سان چوندي هن فون ڪٽي ڇڏيو ۽ مان ڄڻ بيهوشيءَ جي حالت ۾ ٿاٻڙجندي، ٻڙٻڙائيندي اُٿي ئي پلنگ تي اونڌي ٿي پئي رهيس.

ڪير آهي هي؟ ڪنهنجو آواز هو اِهو؟ هو ڇا ٿو چاهي، ڇو هوُ گمراه ڪري رهيو آهي مونکي، منهنجيءَ سوچ کي ۽ ساڻ ساڻ اُن کي بہ جا منهنجي دل جي ڌڙڪن آ ؟ اُها ئي منهنجي جگر جو ٽڪرو آهي، منهنجي جيئڻ جو سبب! هن ڪانسواءِ منهنجو جيون ويران، اڌورو ۽ بي وجهہ ۽ اُنهيءَ سبب ساڻ بي سبب هي ڇا ڇا ٿي رهيو آهي. جنهنجي ڪلپنا سان ئي منهنجي سرير ۾ دپ زهر بڻجي ڦهلجندو پيو وڃي. ائين تہ ٿيٽو ئي آهي، ضرور ٿيندو! هوءَ منهنجو خون آهي، منهنجي ونش جي آخري نشاني، جنهن کي مون ڇاتيءَ سان لڳائي پاليو، وڏو ڪيو ۽ منهنجي آنچل جي ڇانو پائي هوءَ پاڻ هڪ سائو ڊائو وڻ بڻجي پئي آهي. پُراڻا سڙيل-سُڪل پن سڀ ڇڻي ويا. قدرت جي هر بدلجندڙ مؤسم ۾ منهنجي پيار جي پناهہ پائي هوءَ سلونيءَ جي روپ ۾ هڪ نئون سلو ٿي اُڀري. ٻارهن مهينن کان ٻاويهن سالن جو عرصو ڪو گهٽ نہ ٿيندو آهي.

اوچتو پهريدار خبر کڻي آيو. ٻُري،ها تمام بري خبر. منهنجي پُٽ اپيہ ۽ ننهن سريتا جي مؤت جي خبر ۽ اسان جي ونش جي آخري نشاني

سلونيءَ کي کٽي اچي منهنجيءَ گود ۾ وڌائين. 11 مهنن جي ئي هئي هوءَ. ريشمي جي گڏيءَ سمان جنهن جي ملايم ڇُهاوَ سان من کي ٺڏاڻ ويڙهي ويندي هئي. جنهن جي ڳل سان پنهنجو ڳل سهلائڻ سان خون جو سنچار وڌي ويندو هو، نسن ۾ جڻ تازگي وهڻ لڳندي هئي، جيون جيون لڳڻ لڳندو هو، هن جي ڪِلاڪاري ساهه ۾ سُرهاڻ پريندي هئي.

منهنجون راتيون ڏينهن ۾ بدلجي ويون. ڇا ڪائڻ، ڇا سمهڻ، ڇا جاڳڻ، ڇا کِلڻ ۽ رُلڻ، سڀ ڪجهه هُن سان گڏ ئي ٿيندو رهيو. مان ۽ سلوني ائين هياسين جڻ هوءَ اُس ۽ مان هُن جو پاڇو. هوءَ اُٿي تہ مان اُٿان، هوءَ جاڳي تہ مان جاڳان. هوءَ سمهي تہ مان سمهان...! هڪ من سان پاڻ کي ارپي ڇڏيم هن معصوم جان تي، هوءَ منهنجي جيئڻ جو سبب بڻجي پئي.

اُهو بد-بخت، ها نپاڳو ڏينهن ئي تہ هو ڏياريءَ جو. ٻئي سلونيءَ کي هنج ۾ کٽي ڪجهہ ڪلاڪن جي لاءِ گهر کان ٻاهر نڪتا.

پيري پوندي اپيہ ۽ سريتا ويندي ويندي چيو هو- ’امان منائي وٺي ڪِن دوست سان ملي ٿا اچون، ايندي ئي لڇمي پوڃا گڏجي ڪنداسين.‘‘

۽ وچڻ وارا وري نہ موٽڻ لاءِ هليا ويا. موٽي آئي منهنجي دل جي ڌڙڪن جي روپ ۾ سلوني، شايد اڄ اُنهيءَ خاطر زنده آهيان.

گهنٽي وري وڳي، اتيت مان ورتمان ۾ موٽندي منهنجي بيوسي منهنجي اندر چتپٽائڻ لڳي. هاڻ ڇا ڪريان؟ فون کڻان، نہ کڻان؟ نہ کڻندس تہ ڪيئن خبر پوندي تہ منهنجي جان ڪٿي آهي؟ ۽ ڪيئن آهي؟ فون کڻندي ئي رکي ڇڏيو جڻ هزار وڇن جو ڏنگ هڪ ساڻ لڳو هجي. ’’مان ٿوري دير ۾ هُن سان گڏ توهان کان آشيرواد وٺڻ پيو اچان.‘‘ بس ايترو ٻُڌي سگهي هيس.

هيءُ ڪير آهي، ڪنهنجو آواز آهي جنهن ۾ غيرت سان گڏ پنهنجائپ بہ آهي؟ پر هوءَ ڪٿي آهي جنهن کي ٻُڌڻ لاءِ منهنجا ڪن سڪي رهيا آهن؟ جنهن کي ڏسڻ لاءِ منهنجون اکيون بيچينيءَ جي ريگستان ۾ پٽڪي رهيون آهن.



اوچتو ئي فون جي گهنٽي وري وڳي. کڻندي ئي سپيتا جا سپئي ليکا لنگهي ويس. غصي ۾ رڙ ڪندي چيم- ’’تون ڪير آهين ۽ ڇو ور ور ڪري پريشان ڪري رهيو آهين. مونکي پنهنجي پوٽيءَ سان ڳالهاراءِ.‘‘

’’هاڻ تہ هوءَ گره پرويش جون رسمون نپائڻ ۾ پوري آهي. تنهن کان پوءِ پنهنجي سس سهري جي آشيرواد وٺي، پوءِ توهان وٽ هن کي مان وٺي ايندس. پوءِ توهان جيترون چاهيو هن سان ڳالهيون ڪري ٿا سگهو!‘‘

’’پر تون آهين ڪير؟‘‘

’’توهان جو ناٺي، توهان جي پوٽيءَ جو گهوٽ!‘‘

’’گهوٽ...!‘‘ مون حيرانيءَ سان جڻ رڙ ڪئي. رسيور منهنجي هٿن مان ڪرندي ڪرندي بچيو، پر فون جي لائين ڪٽجي ويئي. مان جڻ ڪنهن صدمي جي تحت پاڻ کي نڳيل نڳيل محسوس ڪندي رهيس.

اُن ويل دروازي تي کڙڪو ٿيو ۽ مان ذري گهٽ ڏپ وچان ڪِرندي ڪِرندي بچيس. ڪنبندڙ هٿن سان ڪڙو ڪوليم. سامهون هار سينگار ڪري، سينڌ ۾ سنڌور سجائي، ڳاڙهي ساڙهيءَ ۾ سلوني بيٺي هئي. ۽ گهوٽ راجا پنهنجو چهرو سجيل مُڪٽ جي لڙين ۾ لڪائڻ ۾ ڪامياب رهيو.

مان جڻ صدمي ۾ هئس. من تيزيءَ سان ٻہ ۽ ٻہ جوڙڻ جي ڪوشش ڪندو رهيو، هاڻ ڏپ سان گڏ غصو بہ من ۾ گهڙي آيو. بالغ هئي تہ ڇا ٿيو؟ مونکي ٻُڌائڻ کان سواءِ ڪنهن ائري-غيري ساڻ شادي ڪري ڇڏيائين ۽ هاڻ معصوم بڻجي اچي منهنجي سامهون بيٺي آهي!

مونکي اڃا تائين اِها رِٿيل سازش ئي لڳي رهي هئي. بيحد ڳُٽيل ڪانڌ. سلوني بُت بڻجي بيٺي هئي. منهنجي سامهون هن جي مُرڪ، جا هن جو سينگارُ هئي نہ ڄاڻ ڪيڏانهن غائب ٿي وئي هئي. ڇوڻ تہ نٿي چاهيان، سوچڻ بہ نٿي چاهيان، پر نہ ڄاڻ ڇو اِهو احساس پيو جاڳي تہ هي ڪوئي اٽوٽندڙ سازش آهي، جنهن ۾ سلونيءَ کي ڦاسايو ويو آهي. اِنهيءَ ڪري تہ مُرڪ تي بہ ’ڪرفيو‘ لڳي ويو آهي. جيترو مان دل جي وِشالتا سان هر پهلوءَ تي روشني ٿي وجهان اوترو ئي مونجهاري جي اونده ۾ لهندي رهيس. ڪڏهن بِنا پاوَ سلونيءَ ڏي نهاريو، جا پنهنجي گهوٽ سان ائين

بيٺي هئي جڏهن مان انهن جو سواگت ڪرڻ لاءِ تيار بيٺي آهيان.

نه شور، نه غُل، نه بئنڊ - نه باجا، بس گل هئا، گُلن جون مالائون هيون، ٻاڙهي چمڪندڙ ساڙهي، ۽ گهوٽ راجا جي وڳي مان لڳو ته هوُ ٻئي نئين نئين شادي ڪيل آهي. بس ٻيو ڪجهه به نه هو. نه منڊپ، نه شهنائي، نه ڦيرا، نه مهمانن جي هلچل، نه ڪاڏو نه پيتو، اهڙو ڪجهه به نه جنهن سان لڳي ته هيءَ شادي ٿي آهي ۽ مان هُن جي دادي ڏارين وانگر بيهي ڪري ڏسي رهي آهيان، هُن کي در جي چانئٺ جي هُن پار ۽ مان مونجهاري جي مهاڄار ۾ ڦاٿل، هِن پار !

”سدا سُهاڳڻ جي آشيرواد ڏيو، دادي !“ اوچتو سوچ ۾ ڪيترائي ٻنڌن ٽُٽا. مون سلونيءَ ڏانهن نهاريو جا منهنجي فيصلي جي اِنتظار ۾ بيٺي رهي. مون سڀ ڪجهه نظرانداز ڪندي، بنا مُرڪ جي، گرجندڙ آواز ۾ هن اٽڪُڃاتل گهوٽ ڏانهن نهاريندي چيو - ”ڇا پنهنجو چهرو ڏيکارڻ لاءِ توکي خرچي ڏيڻي پوندي؟“

”اِهو ته منهنجو حق آهي..!“ هن آهستي سان چيو.

ماٺ ماحؤل ۾ حاوي هئي. هاڻ گهوٽ جي بدن ۾ حرڪت ٿي. هو پوريءَ طرح جهڪيو. جيئن هو منهنجي پيرن کي ڇُهي سگهي.

نه ڄاڻ ڇا هو اُن ڇُهاوَ ۾، جو منهنجا هٿ خود به خود هن جي مٿي تي هلي ويا ۽ منهن مان نڪتو ”سدا خوش رهو!“ مان گلن جي پُڻيان نقاب ۾ لِڪل سلونيءَ جي گهوٽ کي ڏسڻ جي دل کي روڪي نه سگهيس. جيئن ئي هوُ پيري پئي ڪنڌ کڻي مٿي اُٿڻ وارو هو، مون هُن جي مُکٽ جي لڙين کي سوريو، ته هڪ سلوني مُرڪ، سُهڻي نوجوان جي چمڪندڙ اکين واري سُڄان کي هٿ جوڙي پنهنجي سامهون بيٺل پاتو.

هوش ۾ ايندي مون ٻنهي کي گلي لڳايو. آرتي، تِلڪ ڪري ٻنهي کي گهر ۾ اندر آندو. هاڻ من مان ڊپ جو ڌُنڌ غائب ٿي ويو. پنهنجائپ جي روشنيءَ ۾ غيرت جي اوندهه گُم ٿي ويئي. من جا سڀ وهم-ڀرم نه ڄاڻ ڪيڏانهن هلي ويا. بس سامهون هو هڪُ سچ - سُڄان منهنجي ننهن سريتا جو ننڍو ڀاءُ منهنجي سلونيءَ جو گهوٽ.



مان رنڌڻي ڏانهن وڌيس، جتان ٻيو ڪجهه نه ملڻ تي کنڊ جو ڊٻو کڻي آيس. واري-واري سان ٻنهي کي چپٽي ڪارائي پاڻي پيئاريو. سادگيءَ سان گهر ۾ اچي ويا پر من ۾ هڪ منجهيل تندُ اڃا به مونکي بي قرار ڪندي رهي.

”دادي، توهان وِهو، وڌيڪ پريشان نه ٿيو.“ سڄان مونکي ڪلهن کان جهلي ويهارڻ جي ڪئي. پر مون هُن جي هڪ نه ٻڌي. فون کنيو ۽ لڳايو سلونِيءَ جي نانيءَ کي.

”واڌايون هجن توهان کي دادي!“ هن پاسي کان آواز آُيو.

”توهان کي به ناني جي، پر هيئن لِڪ ڇپ ۾ هي سڀ...؟“

”ڇو ۽ ڪيئن، توهان اِهو ڄاڻڻ لاءِ منتظر آهيو، اِن ڳالهه جو اسانکي احساس آهي. توهان کي ته خبر هوندي، ته جڏهن ڌوهٽي پنهنجي مامي سان شادي ڪندي آهي ته اُها تمام گُپت ڍنگ سان صرف ڇوڪري جي پريوار ۾ ڪئي ويندي آهي. اڄ جي سريتا به هجي ها ته اُها به شامل نه هجي ها. اسين بس اِجهو پنجن ستن مِنٽن ۾ توهان وٽ پهچي رهيا آهيون...!“ ۽ فون ڪٽجي ويو.

سلونيءَ جا نانا ناني اچي رهيا آهن، يعني منهنجا سيڻ. سيڻ ته اسين پهرين هئاسين، هاڻ رِشتو اڃا مڪمل ۽ پُختو ٿي ويو. منهنجي هرهڪ چنتا جو سماڌان منهنجي سامهون هو. اُنهيءَ ويل در تي دستڪ ٿي. رنڌڻي مان ٻاهر نڪرندي ڏٺو، سلوني در کولي سامهون بيٺل سڄان جي ماءُ کي ناني نه، پر سسُ جو درجو ڏيندي پيري پئي رهي هئي. واڌايون ادل-بدل ٿيون، پاڪُر پائي دُعائون ڏيندي وڏن پنهنجون رسمون نڀايون ۽ ننڍن پنهنجون. منهن منو ڪري چانهه ساڻ نمڪين کائيندي ڳالهيون ٿينديون رهيون - ڪي ڳالهيون چيون پئي ويون، ڪي ٻُڌيون پئي ويون. پر سڀ خوشي ۾ ٻهڪي رهيا هئا. ماحؤل به خوشنما هو.

ڳالهين جي وچ ۾ ڪن ڪن ڳالهين تان پردا اُٿندا رهيا. سُڄان ۽ سلونيءَ اُن رات ڌرم شاستر موجب سڀ ريتيون رسمون نڀائيندي مندر ۾ ماءُ-پيءُ جي سامهون شادي ڪئي. هوُ داديءَ کي ’سرپرائيز‘ ڏيڻ وارا

هئا. حقيقت ۾ داديءَ کي اِها تہ ڄاڻ هئي تہ آنڌرا پرديش ۾ ڪِن خاص پريوارن ۾ اِهو رواج هو تہ پيڻ جي نياڻيءَ جي شادي مامي سان ڳپت ڍنگ ۾ ٿي ويندي آهي. اُن ڪانپوءِ ماءُ ۽ ڌيءُ پاڻ ۾ سيٽڻيءَ جي ٻنڌن ۾ ٻڌجي وينديون آهن، ياءُ، پيڻ جو ناني ٿي ويندو آهي ۽ ڏوهٽي نانيءَ جي ننهن.

دادي اڄ سريتا جي جڳهہ تي ٻيهي ڪري سيئي رِشتا سويڪار ڪندي، ننهن جي ياد ۾ روئي ڏنو. پر ان ۾ بہ خوشي لِڪل هئي. هوءَ خوش هئي ۽ سلونيءَ کي سندس مامو گهوٽ جي روپ ۾ هڪ وردان ٿي مليو هو جو سلونيءَ جو رکشڪ بہ هو، هُن جو ڇِٽُ بہ!

پر فون تي اُهي لفظ ”پريشان نہ ڪريو“ هڪ ڪلاڪ ڪان پوءِ شادي ٿي رهي آهي هاڻ هڪ سُک-پريل يادگيري بڻجي پئي.

”دادي اسان سڀني اِهو فيصلو ڪيو هو تہ هيءَ شادي ڳجهارو ڍنگ سان پوري ڪري اسين توهان جي آشيرواد وٺڻ اچون. اسان کي خبر هئي تہ توهان سلونيءَ کي پاڻ ڪان جدا ڪرڻ جو ويچار نہ ڪري سگهو ها...اِنهيءَ ڪري...!“ چوندي سلونيءَ جي نانيءَ اُٿي ڪري داديءَ کي ڀاڪُر ۾ پريو ۽ هن جا لُڙڪ اُگهيا. سڀ جا درد باهمي هيا سڀني جون خوشيون بہ.

......

اکين ۾ اهو ڇِٽُ اُڀري آيو. ٻارهن مهنن جي معصوم سلوني ۽ ٻاويهن سالن جي سُهٽي نوجوان سلوني پنهنجي نانيءَ جي ننهن بڻجي پنهنجي ماءُ سريتا جي منوڪامنا پوري ڪئي. هاڻ هوءَ شرڌا ڀاو سان داديءَ جي چرنن ڏانهن جهڪي، تہ داديءَ کيس ڀاڪُر ۾ ڀري پنهنجي ڇاتيءَ سان لڳائي ڇڏيو.

ڪلهہ رات ۽ اڄ صبح جي وچ جو هيءَ سچ هاڻ سڀني جي خوشين جي بهار بڻجي پيو. اڄ داديءَ محسوس ڪيو تہ ٻن پيڙهين کي جوڙڻ وارو پيارُ اهڙو بہ ٿيندو آهي!

●



# 12. سزا يا رِهائي

هوءَ پنهنجيءَ سوچ جي ترجماني پنهنجن ڪمن ۾ ڪندي رهي ۽ واڌاري جي وات تي خود کي اِتهاس جو حصو سمجهي اڳيان هلندي رهي. ڪِٿي پلائي سگهي هئي هوءَ اُن ڳَپ پرئي ماحوُل کي جتي اِنسان جي حيثيت جانور، جانور تہ ڇا، ڪيڙي-مڪوڙي جهڙي ٿي وئي هئي. ڪو جيئي تہ ڇا، ڪو مري تہ ڇا؟ ڪنهن کي خبر ڪٿي رهندي هئي. ڪوئي ياد رکي بہ تہ ڇو ؟ جڏهن ڪنهن کي پنهنجي ۽ پنهنجي اچڻ واري سُڀاڻ جي خبر نہ ٿي رهي؟ ڪنهن ڳپ ۾ قاتل اِنسان جي خيرخواهي چاهي آهي؟ ڪنهن اُنهن کي سياہ راتين ۾، ٿڌي چُلهہ جي آس پاس بک ۾ سُڏڪا پريندي ڏٺو آهي؟ ڪڏهن پيٽ جي باهہ پڙڪي، ڪڏهن وِسامي ويئي، ڪنهنکي ڪا خبر ئي ناهي؟ اُها سَهميل-سَهميل رک اڃا گهر جي چانئٺ جي اندر محفوظ آهي. ٻاهر تہ وحشيت ۽ درِندگي آهي. پيٽ جي آگ وسائڻ لاءِ خونخوارن جي بک-اُڃ مٽائڻ ضروري آهي، ٻيو ڪو رستو ئي نہ بچيو هيو.

ڪليل اکين سان ڏٺو، پُڇيو ويو : ”ڇا ٿيو!“ ڇپن تي تالو لڳل رهيو.

ڇيو ويو : ”حادثو هوا“ ۽ ڪوڙ کي سچ ڪري مڃيو ويو. ڪيترو سولو هوندو آهي پنهنجي ٿُڪ کي ڳيهي ڪري پاپ پچائڻ. پر کُليل اکين سان ڏٺل سچ کي ڪو ڪيستائين ڪوڙ چوي ۽ سمجهي؟ ۽ سمجهي بہ تہ، ڇو، ڪنهنجي لاءِ؟

هوُءَ هنجي پيڻ هئي، هُن ڪان بہ سال ننڍي. سُهٽي ۽ سلوني! نالو بہ سلوني ئي هُيس. ڇٽو روش، سهٽو رنگُ، سنهو ناهوُڪو بدن، نازڪ هٿن جي سنهيون سُهٽيون آڱريون، جن تي هوءَ ڍنگ سان ڇٽي نہ ٿيل پالش سدائين لڳائي رکندي هئي. جڏهن هُن جون آڱريون هوا ۾ لهرائي، ڪڏهن شرارتي

انداز ۾، سندس چهري تي نڪاڻو پائيندين هيون تہ مان بہ پل-ڪِن لاءِ هن جي اُن اَدائگي تي موهت ٿي پوندي هيس. هن جي سونهن اجنتا ايلورا جي بي جان مورتين کي مات ڏيندي هئي. ناز هو تہ هوءَ منهنجي پيڻ آهي، منهنجي رڳن ۾ وهندڙ سانجهي رت جي حقدار.

اڄ سماج جي وحشي درندن هن کي پنهنجي حَوس جو شڪار بڻائي اپمانِت ڪيو آهي ۽ وري لاوارثن وانگر هنجي لاش کي اِئين ڇڏي ڀڳا جو منهن ورائي پنهنجي ڪُڌي ڪرتوت تي نظر بہ نہ وڌائون.

۽ مان بنا اک ڇِنيڻ ۾ قاتل اکين سان ڏسندي رهيس 'اُهو حادثو'. پوليس آئي ۽ هلي وئي. رِپورٽ لکي بہ وئي ۽ نہ بہ! منهنجي دل جي ڌڙڪن ۾ اُها سياه رات، منهنجي رت جي رواني ۾ ملي ڪري نسن ۾ وهڻ لڳي. مان بہ تہ ٿي ٿي سگهيس هن جي جڳهہ تي؟ ڇو، مان ڇو، ڪائي بہ سهڻي ڇوڪري جا ڪنهن جي پيڻ، ڌيءُ، ماءُ، زال ٿي سگهي ها. ڇا سونهن ڪو پاراتو آهي؟ ڇو اُنهيءَ کي ڪُچليو ويندو آهي، مَسِليو ويندو آهي ۽ لتاڙيو ويندو آهي؟ گل سمان ! مسلڻ وارا ڇو ڀُلجي ويندا آهن تہ انهن جي ڏڪندڙ هٿن ۾، اُنهن جي هر جسم جي نسن ۾ روح جي اندر تائين ۾ اُن گل جي خوشبوءِ سمائجي وئي آهي. ها، اِها ٻي ڳالهہ آهي تہ جسم جا سؤداگر شايد ئي پنهنجي ضمير کي جيئرو رکي سگهندا آهن.

مون پنهنجيءَ پوري طاقت سان رڙ ڪئي، ڪليل دروازي تي وجي واڪا ڪيا، ''ڪوئي آهي، ڪوئي آهي...اڙي بچايو، اڙي هِنن وحشين کي پڪڙيو.'' پر آواز جي رفتار هوائن سان گڏ ملي ڪري اڳيان هلندي وئي، هن اڳڻ ڪان پري، اُن ڪليل درڪان، گِهٽيءَ جي موڙ ڪان پري ۽ بس اُنهن بي سُڌ، بدحواس درِندن کي ويندو ڏسندي رهيس.

ڪجهہ پل ئي نہ ٿيا هئا، جو مان، هرڻيءَ جي مستيءَ ڀريل چال سان، ٻي ڌڙڪ ٿي گهر جي ڪليل دروازي مان اندر آيس ۽ ايندي ئي وحشيت جو اُهو اُگهاڙو ناچ ڏٺو. پنهنجي بچاءَ لاءِ ٻاڏائيندي، ڦٿڪندي منهنجي اُن پيڻ سلونيءَ کي مون پٽ تي جنهن حالت ۾ پاتو، اُهو بيان ڪندي لفظ شرمائجي وڃن. مونکي ڏسندي ئي هوُ درِندا هوا وانگر ڇڙوڇڙ



ٿيڻ لڳا. پل-ڪِن ۾ سڀ ڇوُ-منتر ٿي ويا. پُنيان ويندڙ آواز شايد ئي ڪنهن جي ڪن تائين پهتو.

------

شام جو سِليٽي اونده ۾، دروازو ڪڙڪائڻ ڪان سواءِ ٿوري ڌڪي ڏيڻ سان ڪليل در مان جڏهن بابا اڳڻ ۾ پير رکيا تہ هو ٿاٻڙيو، پاڻ کي ڪِرڻ ڪان بچائي اندر آيو. اوندهہ جو ڏنڌ هن جي سوچ کي گهيريندو رهيو.

''اڄ گهر ۾ اونده ڇو آهي؟ سلوني ڪٿي آهي، ڇا اڃا تائين موٽي ناهي؟ اڄ پئنچايت جي ڪمن ڪارين ۾ مونکي بہ وقت جو هوش نہ رهيو. روز ڪان وڌيڪ دير ٿي وئي آهي.''

اِنهن اکرن جي ٻڙٻڙاهٽ کي لالٽين جي روشنيءَ روشن ڪيو.

گيانچند ڏٺو، هٿ ۾ لالٽين ڪٽي مالِني بيٺي هئي ۽ سلوني زمين تي پئي هئي، اڻڇاهيل حالت ۾!

گيانچند منهنجو پيءُ، پئنچايت جو مُکي هو. پل ۾ سمجهي ويو تہ حادثو سندس گهر ۾ ٿيو آهي. ڪنهن هُن جي پنهنجي خون کي داغدار ڪيو آهي، هن جي گهر جي ڪليءَ کي ڪُچليو آهي ۽ سوچيندي-سوچيندي هن جي اکين ۾ باه جي گرمائش لهي آئي. روشنيءَ جو سهارو وٺي هو پنهنجي ڪمري ڏانهن وڌيو ۽ پٽ تي ٽنگيل بندوق تائين پهچڻ جي ناڪام ڪوشش ڪندو رهيو. اُنهيءَ وقت منهنجي آواز هُن کي جوش مان هوش ۾ آڻڻ لاءِ مجبوُر ڪيو.

''بابا شانت ٿي وڃو. هاڻ ڪوئي فائدو ناهي. سڀ ڪجهہ ختم ٿي چڪو آهي. مون آواز ڏنو پر ٻُڌڻ وارو ڪوئي نہ هو، توهان بہ نہ. هاڻ گهڻي دير ٿي وئي آهي، ڪجهہ بچائڻ جي ڪوشش بہ بيڪار آهي. توهان اِهو چڱي طرح ڄاڻو ٿا تہ جنهن چؤپال ۾ ويهي ڪري توهان پئنچن سان گڏ، اهڙي هر حادثي يا سمسيا جو سماڌان ڪڍندا آهيو، اُتي عزت ۽ مانَ جي پرپائيءَ جو هڪ ئي سماڌان نڪرندو آهي، پئسا ڏيئي ڪري اُنهن کي چُپ ڪرايو ويندو آهي. اڄ توهان بہ اُن واٽ تي بيٺا آهيو، اُن ساڳئي انصاف جا حقدار ٿي مقدمو توهان جو آهي، ٻيو ڪو مُکي فيصلو ٻڌائيندو

۽ هيءُ سلسلو نہ ڄاڻ ڪيسين تائين اِئين ئي هلندو رهندو؟''

''پر پُٽ مان مجبور آهيان. ڇا ڪريان، ڪنهن کي شڪايت ڏيان؟'' ٻاڏائيندڙ آواز ۾ گيانچند ڏيءُ مالنيءَ ڏانهن نهاريندي چيو.

''بابا توهان اَهڙن ڪارن ڪارنامن جا فيصلا کُلي عام واڪا ڪري ڏيندا رهيا آهيو، بنا اِن احساس جي تہ، جا ڪلي ڪومائجي ويئي سا ڪمڙي گلشن ۾ مهڪي هئي، ڪنهن جي گهر جي مريادا هئي. اڄ جڳ جي بيتي آپ-بيتي ٿي پيئي آهي. توهان کي بہ اُهو ئي اِنصاف ملندو جو توهان ٻين کي ڏيندا آيا آهيو. گونگا چوندا، ٻوڙا ٻُڌندا ۽ سرپنچن جو سردار مکي جو ڪجهہ چوندو، اُنهيءَ کي آخري فيصلو مڃيو ويندو. ڏنڊُ ڏيندڙ اڌڪاري اِهو فيصلو ڪندو تہ اپراڌ کي ڪهڙي تارازيءَ ۾ توريو وڃي. يا تہ ماڻ هانيءَ جي پرپائي ڪئي ويندي، يا تہ گهٽيل گهٽنا اگر ڪنهن سازش سان جُڙيل آهي تہ گنهگار کي ڪجهہ وقت لاءِ سزا ٿيندي ۽ وري ڳالهہ ٿڌي ٿيڻ تي رِهائي! اِهائي تہ آهي توهان جي نياءَ جي پاشا ۽ پرپپاشا ! ڇا توهان جي حق ۾ نئين ڪارروائي ٿيندي، يا ڪو نئون فيصلو ٻُڌايو ويندو؟'' مون پنهنجي اندر جي باهہ کي پنهنجي زبان جي ڪوڙاڻ ۾ ملائي ڪري ٻاهر ڪڍڻ جي ڪوشش ڪئي.

''پٽ...مان...پُٽ...'' پيءُ جي زبان لڙکڙائيندي رهي. منهنجي چهري تي ڪنورتا اچا گهري ٿيندي ويئي.

''سياڻ مان بہ اهڙيءَ حالت ۾ ٿي ٿي سگهان، اُن وقت ڪير لالٽين ٻاري توهان جي اڱڻ کي روشن ڪندو ۽ واٽ ڏيکاريندو بابا ! ڪجهہ تہ سوچيو، ڪجهہ پنهنجي اندر ۾ جهاتي پايو. گنهگارن جو ساٿ ڏيڻ وارو بہ گنهگار ٿيندو آهي. توهان بہ هِن حادثي جا اوترا ئي ڀاڱيدار آهيو، جيترا هوُ ٽي ڄڻا، جي شام جي اونداهيءَ ۾ پنهنجي ڪِني ڪارنامي جو نمونو توهان جي چائنٺ تي ڇڏي ويا آهن. ڇا توهان پنهنجي مُئل غيرت جو لاش پنهنجي ئي ڪلهن تي ڍوئي سگهندا؟''

ڏيءُ پيءُ جي سامهون سچائي رکي رهي هئي، گيانچند کي اِنهيءَ ڳالهہ جو احساس هو. ڏيءُ جي غير حاضريءَ ۾، مُڇن تي تاءُ ڏيندي



''گهر گهر جي ڪهاڻي'' جي نالي تي ناريءَ تي ٿيندڙ انياءُ هُنن جي چوُپال ۾ نياءُ پائيندو هو. نياءُ بہ ڪهڙو ؟ ڄڻ تيز باهہ تي اٽميا پاٽيءَ جا مٽڪا اوتيا ويندا هئا. پر هاڻ باهہ هڪ پوليس آفيسر جي گهر ۾ لڳي آهي. ڳوٺ جي پئنچايت ڇا اُن کي ٿڌو ڪري سگهندي؟ ۽ ڇا مالِني...!''

سوچ جي هن سِلسلي کان نجات پائڻ جي ڪوشش ۾ گيانچند جي زبان ٻڙٻڙائيندي رهي، لفظن پنهنجو مطلب وڃائڻ لڳا.

پر مالني بہ ايتري ابوجهہ تہ نہ هئي. هاڻ تہ بلڪل بہ نہ ! ڪنِ اڳ ۾ ئي هڪ هفتي جي موڪل تي ڳوٺ ۾ آئي هئي. اچڻ جو هڪ خاص ڪارڻ بہ هو، ۽ مقصد بہ ! ڳوٺ ۾ ٿيندڙ اهڙن حادثن جي تهہ تائين وڃي سمُوري ڄاڻ حاصل ڪرڻ،هر اُن راهہ جي جتان گذرندي ناريءَ کي هن جي ''جيئڻ جي اڌڪار'' کان محروم نہ ٿيڻو پوي. ناري سماج جو اهم انگ آهي. پوءِ بہ ڄاڻائي - اڻ ڄاڻائيءَ ۾... نہ، نہ ڄاڻي ٻجهي هن کي اهڙن حادثن جي راهن تان گذرڻو پوندو آهي. ڇو هن کي مردن جي سماج ۾ اها جڳهہ ۽ اُهو آدر نہ ملندو آهي، جو هن کي ملڻ کپي؟ ڪٿي نہ ڪٿي اِنسانيت چُڪ ڪري وِهندي آهي تہ هن کي جنم ڏيڻ واري ناريءَ اُنهن کي جا هڪ ڏيءُ، هڪ ڀيڻ، هڪ ممتامئي ماءُ آهي اُنهيءَ جي دامن کي داغدار ڪري امانشتا جي سرحد تي وٺي وڃي اپمان ٽا ڪن، ڇو ؟

مان پنهنجي سوچ جي گرداب مان چاهيندي بہ نڪري نہ سگهيس. پوليس جي سخت ٽريننگ جي آخري چرڻ ۾ پرڌان پوليس آفيسر جي سهڪارتيءَ جي جڳهہ تي نيُڪت ٿي. پنهنجن ڪمن کي انجام ڏيندي هن جي شناخت شهر جي هوائن سان ڳوٺ ۾ ڏوڪيندي آئي. گيانچند ڪنڌ مٿي ڪري، شان سان، مڇن کي تاءُ ڏيندي چوندو هو : ''منهنجي ڏيءُ آهي. آخر پنهنجي ذات سان نياءُ تہ ڪندي نہ !'' چوندي پئنچن جي سامهون سروخرو پيو ٿيندو هو. نياءَ - انياءَ جي هِن پرپنچ ۾ لوڏا کائيندي هن کي اِن ڳالهہ جي سوجهي بہ نہ پئي تہ جنهن باهہ ۾ هوُ ناريءَ ذات جي مريادا جو خون جلائي رهيو آهي، اُن هوَن ۾ ڪڏهن هُن کي بہ آهوُتي ڏيڻي پوندي!

۽ اڄ سامهون سلوني پئي هئي، پنهنجي سموري چاهتن کي پاڻ سان سميٽي ۽ اُن جي ضامن هئي سندس پيٽ مالِني، نہ فقط پيٽ پر هڪ پوليس آفيسر جنهن جي سامهون مجرم ٿي بيِنو هو، گيانچند پنهنجي سموري بي وسيءَ کي پاڪر ۾ پيري.

”توهان جي پئنچايت جي فيصلي جو مونکي اِنتظار رهندو بابا“ هڪ وڏو، پر ٿڌو ساهہ کڻندي چيو، ”ٻُوٽ جا گندا ۽ بدذات قصا ٻُڌندي رهي هيس، پر هِن پيري شُنوائيءَ ۾ مان خود هڪ چشمديد گواه بڻجي پنهنجي سموري پوليس ساڻ اُتي حاضر هونديس. جُرم ۽ سزا جو سلسلو تہ سدائين قائم رهندو آيو آهي پر هِن دفعي اُن جو رُخ ڪهڙو هوندو اِهو جاڻڻ لاءِ مان ۽ توهان ٻئي آمهون-سامهون هڪ منچ تي هونداسين بابا. جمع جي ڏينهن چؤپال ۾ توهانجي گهر جي عزت جي شنوائي ٿيندي. مان ڏسڻ ٿي چاهيان اُن وقت پئنچن جو مکيا اِنصاف ڪيئن ٿو ڪري، جڏهن باهہ اُنهيءَ جي دامن کي وِچڙي ڇڏيو آهي؟ ۽ هاڻ وقت اچي ويو آهي، ڪوئي بہ گنهگار ڪنهن بي گناهہ جي خون سان پنهنجا هٿ نہ رڱي سگهندو. هيءَ خون جي هولي هاڻ اُهي درندا نہ کيلي سگهندا. ناري جاتي مان-سمان جو ڪوچ بڻجي هاڻ مان توهانجي سامهون آهيان بيني.

”دک فقط اِن ڳالهہ جو آهي تہ مان پنهنجي پيٽ کي نہ بچائي سگهيس. توهان مُکي آهيو، پنهنجي بچاءَ لاءِ ٻِن ڏينهن ۾ جيڪو ڪجهہ ڪري سگهو ٿا، ڪريو ! پرهينءَ جمع جي ڏينهن مان چؤپال ۾ توهان سان گڏ، توهان جي سامهون رهنديس. هِڪ فيصلو توهان ڪندا ۽ هِڪ فيصلو مان بہ ڪنديس.“ چوندي مون تير جي رفتار سان ڪمري ۾ ويندي زور سان دروازو بند ڪري اندران ڪڙو لڳائي ڇڏيو.

اڱڻ ۾ رهجي ويئي شام جي ڪنبندڙ هوائن جي سَر سَر ۾ هڪ اڻوت ننڊ ۾ سمهيل سلونيءَ جي شيتل ڪايا. حادثي کي ست ڪلاڪ ٿي چڪا هئا. شام رات ڏانهن وڌي رهي هئي. وقت ٿورو هو، ڪم گهڻو، سوچڻ جي شڪتي بہ شِڪست مڃي ويئي هئي. گيانچند جي هٿ ۾ جيڪا بندوق هئي، سوچ جي ڀنور ۾ تنهن جي هئڻ جو ڌيان ئي نہ رهيو. هٿن ۾ حرڪت



آئي تہ بندوق گيانچند جي پيشانيءَ سان سٽجي، اُتي بيهي رهي ۽ وري ٻئي پل تيزيءَ سان هڪ ڌماڪي جي گونج اوندهہ کي چيريندي ويئي. وڻن تي آرامي پرندا ڦڙڦڙائيندي اڻڄاڻ دِشائن ڏانهن اُڏامڻ لڳا.

مون در کولي ٻاهر پير رکيو ۽ قاتل اکين سان ڏسندي رهيس خون سان تربتر اُن زمين کي، سلونيءَ جي پر ۾ پيل بابا جي سرير کي، جنهن خون جي هوليءَ جي آخري اڌياءَ کي انجام ڏيندي پنهنجا پراڻ تياڳي ڇڏيا. اِهو ڪهڙو پراشچت هو؟ جو ڪنهن کي بچائي تہ نہ سگهيو، پر پنهنجي هستيءَ کي ئي مٽائي ويو.

مان زندگي ۽ موت جي وِچ جو فاصلو ماپيندي رهيس نياءَ، انياءَ جي وِچوٽين ۽ ويڇهراين جو انداز لڳائيندي رهيس. پنهنجي ئي گهر جي اڱڻ جي چائنٽ تي اڄ جي چؤپال ۾ جو فيصلو ٿيو، ان باري ۾ سوچيندي رهيس. ڇا اها جُرم جي سزا هئي يا رِهائي؟

# 13. اڌورا سپنا، اڌورو مِلن

چئن سالن کان پوءِ هڪ موڙ تي ٻہ ڄاتل سڃاتل، پر اجنبي ٿي وري مليا. ڇانو جي هيٺان ويهي ڳالهہ ٻول ڪندي اَڌورن سپنن کي، اَڌوري ملن تائين وٺي آيا...!

’’تو جواب نہ ڏنو ؟‘‘

’’.....!‘‘

’’مان توکان ڪجهہ پڇڻ پئي.‘‘

’’.....‘‘

’’ڪجهہ تہ چئُ‘‘

’’ڪجهہ چيئِہ؟‘‘

’’.....‘‘

’’اڙي ڪجهہ چئُ بہ.‘‘

’’هاڻ وري نہ چوندس.‘‘

’’ڇا؟‘‘

’’پنهنجو سوال!‘‘

’’ڪجهہ پڇڻو هو تو؟‘‘

’’نہ، هينئر پڇي رهي آهيان!‘‘

’’پڇ.‘‘

’’تو شادي ڇو نہ ڪئي؟‘‘

’’ڪا ملي ڪين.‘‘

’’ڇا مطلب؟‘‘

’’ڇيو تہ، نہ ملي ڪا. ملي ها تہ ضرور ڪريان ها.‘‘

’’مان نٿي مڃان.‘‘



’’ڇو؟‘‘

’’هِڪ آهي جا چئن سالن کان تنهنجو اِنتظار ڪري رهي آهي. پر تو...!‘‘

’’مون ڇا...؟‘‘

’’ڪڏهن پنهنجي چاهِڻ ۽ نہ چاهِڻ جي پاونا کي ظاهر نہ ڪيو.‘‘

’’ڇا هُن ڪئي؟ اِنتظار کان سواءِ.‘‘

’’هن جو انتظار ئي اِن ڳالهہ جي ثابتي آهي.‘‘

’’ڇا جي ثابتي؟‘‘

’’تہ هوءَ...!‘‘

’’ها ها چئُ...!‘‘

’’تہ هوءَ...! اوهون... مان نٿي چوان ڪجهہ...‘‘

’’ڪجهہ ڇوٽو آهي؟‘‘

’’نہ.‘‘

’’ڪجهہ ٻڌڻو آهي.‘‘

’’ها.‘‘

’’ڇا ٻُڌڻو آهي توکي، جيڪو چئُ ٻُڌايان.‘‘

’’اِهو ئي تہ تون...‘‘

’’مان ڇا ؟‘‘

’’اِهو ئي تہ تون اقرار ڇو نٿو ڪرين؟‘‘

’’ڪهڙي ڳالهہ جو اقرار؟‘‘

’’تہ تون... تہ تون !‘‘

’’ڪجهہ ٻڌاءِ تہ خبر پوي ضيا.‘‘

’’ڇو سڀ ڪجهہ مونکان چوائڻ تي سندرو ٻڌي بيٺو آهين؟‘‘

’’ڇو جو تون پنهنجي سوچ کي چڱيءَ طرح سان اظهار ڪندي آهين. منهنجي چاهڻ ۽ نہ چاهڻ جي خواهش کان بخوبي واقف آهين، وري بہ ٻُڌڻ تي چاهين؟‘‘

’’منهنجي آستا اِنهيءَ سچ تي ٽڪيل آهي.‘‘

''کهڙي سچ تي ضيا!''
''اِهو تہ تون، تہ تون...''
''وري اُهائي ڳالهہ، ڪجهہ اڳيان ٻڌ تہ چئُہ.''
''نہ مان ڪجهہ نہ چوندس. تو هاڻ مونکي ڇيڙائڻ تي سندرو ٻڌو آهي.''
''اِهو ڪهڙي آڌار تي چئي رهي آهين.''
''اِن تي تہ تون سڀ ڪجهہ مونکان چوائڻ جو اِرادو ڪري ويٺو آهين.''
''پر توکي تہ ڪجهہ چوڻو ناهي، اِهو طئہ هو.''
''تون منهنجي من جي ڀاونائن کي سمجهي رهيو آهين، تِن کي زبان ڇو نٿو ڏين؟''
''مان اِهو نٿو ڪري سگهان!''
''ڇو نٿو ڪري سگهين؟''
''اِهو حق مون اڃان تائين حاصل نہ ڪيو آهي.''
''مون تہ سمرپڻ ڪري ڇڏيو آهي...''
''قبولڻ ۽ قبوليو وڃڻ، اِهي بہ الڳ ڳالهيون آهن ضيا.''
''مطلب ؟''
''قبولڻ جي مريادا ٿيندي آهي. اُن سمرپڻ جي ڀاونا کي سويڪار ڪرڻ هڪ جوابداريءَ جو وچن ڏيڻ برابر آهي، جو نباهہ ۽ نرواهہ جي طلب رکي ٿو.''
''مان تہ اِئين نٿي سوچان!''
''ڇو تہ اڃان تائين ڀاونائن جي وچ ۾ جدوجهد آهي. تنهنجون پنهنجون ڀاونائون آهن، منهنجون پنهنجون. اڃان تائين اسين هڪ ٻئي جي سوچ تي غالب نہ پيا آهيون.''
''۽ جڏهن پونداسين تہ ڇا ٿيندو؟''
''نرواهہ جي ڪوشش ڪنديسين، نباهہ جي ڳُهر ڪنديسين...''
''مطلب... !''
''اڃان تائين اسين هر بندن کان آزاد آهيون.''



''مڪتي ڪنهن کي کپي؟ مان تہ بندن ۾ ٻڌجي وڃڻ ۾ پورڻتا ٿي ڏسان.''
''ڇو تہ تون ناري آهين ۽ مؤثر آهين.''
''تہ ڇا توکي اِئين نہ لڳندو آهي؟''
''لڳندو آهي، پر اُنهيءَ لاءِ خود کي پوريءَ طرح تيار ڪرڻو پوندو. اَڌورا سپنا اکين ۾ ڪٽي تہ نہ جي سگهبو.''
''تہ پوءِ جيئڻ لاءِ ڇا لازمي آهي؟''
''مونکي مڪمل روپ ۾ خود کي برپا ڪرڻو پوندو، آزاديءَ کي تياڳڻو پوندو، پنهنجي خواهشن کي اُنهن جي خلاف بندن ۾ جڪڙجي وڃڻ لاءِ تيار ٿيڻو پوندو.''
''مطلب؟ مون سمجهيو ڪين.''
''ضيا، تون تہ ڄاڻين ٿي، مونکي اڃا تائين هڪ سٺي نؤڪري حاصل نہ ٿي آهي، جو مان خود کي پالي سگهان! اگر هي بندن سويڪاريندس تہ منهنجو ايمان ۽ سوايمان ٻئي هڪ ٻئي ۾ سمائجي وڃڻ جي بدران هوائن وانگر تڪرار ڪندا رهندا ۽ تون تہ....!''
''۽ مان ڇا...؟''
''تون تہ ڄاڻين ٿي تہ مان...!''
''مان ڇا...؟''
''تہ مان ٻرڻ ۾ وشواس رکندو آهيان، وِسامڻ ۾ نہ. جيئڻ ۾ وشواس رکندو آهيان، مرڻ ۾ نہ.''
''تون چوڻ ڇا ٿو چاهين؟''
''تہ جيسين تائين اڪ ڪليل آهي، دل ڌڙڪندي آهي، اسين جيئندا آهيون، ۽ جيون روشني آهي، اِن جي اُبتڙ، سڀ اوندهہ آهي، مان انڌڪار ۾ ڪافور ٿيڻ نٿو چاهيان.''
''هاڻ تون دِشا بدلي رهيو آهين، مونکي ڪمزور ڪري رهيو آهين.''
''هرگز نہ! تون ئي منهنجي پريرڻا آهين، شڪتي آهين، منهنجو سڀ ڪجهہ آهين. بنا تنهنجي مان خود کي اڌورو، نامڪمل سمجهندو

آهيان. جڏهن تون ويجهو هوندي آهين ته ٻيائي نه، ايڪتا جو احساس
قائم رهندو آهي، ۽ جيئن ئي اکين کان غائب ٿيندي آهين ته هڪ اڌوري
پڻ جو احساس ويڙهي وٺندو آهي، خبر ناهي ڇو ؟''

''نٿي چاڻان، پر اِئين ڇو لڳندو آهي؟''

''ڇاڪاڻ جو مان توکي گهڻو چاهيندو آهيان، ديوانگيءَ جي حد
تائين، پر وري به اُن کي پيار جو نالو نٿو ڏيئي سگهان.''

''........''

''چاهت ! نِسوارٿ پريم جي پهرين ڏاڪڻ آهي. پريم آخري. مان
تنهنجي سامهون، تو ساڻ روشنيءَ ۾ جيئڻ ٿو چاهيان. توکان سواءِ اوندهه
جو عالم ڌُنڌ بڻجي چؤڌر پکڙجي ويندو آهي. مان اُن اَنڌڪار ۾ اڌوري پڻ
جو احساس ڪٽي گم نٿو ٿيڻ چاهيان.''

''اوه پريم...!''

''ضيا، مان سيني ٻنڌن کان مُڪت توکي پيار جي حد تائين چاهيندو
آهيان، پر توکي پنهنجو ڪري، توکي سپرش ڪري اُن کي ٻيو ڪوئي نالو
نٿو ڏيڻ چاهيان.''

''ته مون ساڻ شادي ڇو نٿو ڪرين؟''

''اِهوئي ته نٿو ڪري سگهان. جيسين تائين مان خود کي برپا ڪري
تنهنجي هر چاهت کي پنهنجي چاهت ساڻ قائم نٿو رکي سگهان. اُنهيءَ
لاءِ مونکي تلاش آهي هڪ موقعي جي، جتي مان ڪجهه ڪري خود کي
مضبوطيءَ سان برپا ڪري سگهان... تنهنجي سينڌ... تنهنجي سينڌ
سينگاري، تنهنجي هر گهرج پوري ڪريان- جنهنجي تو ڪڏهن تمنا ڪئي
هجي. تنهنجي هر چاهت جي پورائيءَ ۾ مان پنهنجي ڪيل انجام جي
خوشيءَ جو جوابدارُ بڻجان.''

''اِهو ڪڏهن ٿيندو پريم؟''

''جيسين تائين پنهنجو پاڻ کي تنهنجي قابل مڃي نه سگهيو آهيان.''

''مطلب ته مونکي اڃا به انتظار ڪرڻو پوندو؟''

''..........''



''ڇا وقت جي ڪا مُدت طئه آهي؟''

''..........''

''مان پُڇي رهي آهيان؟''

''..........''

''تو جواب نه ڏنو؟''

''جي مان پنهنجي هر سوال جو جواب ڄاڻان ها ته ڪنهن نه ڪنهن
وسيلي سان اُن تائين پهچڻ جي ڪوشش ڪريان ها. ايترو ڄاڻان ٿو ته
منهنجي منزل سامهون آهي، پهچڻو ضرور آهي، پر ڪڏهن؟ اِهو چئي نٿو
سگهان. جنهن ڏينهن منزل تي پهچي ويندُس، تون منهنجي ڀاڪُر ۾
هوندينءَ.''

''او پريم... او...پريم...!''

''اِن جو جواب وقت ئي ڏيندو، جو تنهنجي ۽ منهنجي وِچ ۾ پاڻيءَ
جي ڌار بڻجي سفر ڪري رهيو آهي، ۽ ڪندو رهندو جيسين تائين ڪشش
جو جنوُن ٻِن ڪنارن کي ملائي نٿو ڇڏي!''

''پريم... اِهو سپنو آهي يا حقيقت؟''

''سپنو آهي جو سچ ۾ بدلجي وڃڻ جي قابليت رکي ٿو.''

''ايترو وشواس؟''

''ها وِشواس آهي ۽ شايد اِنهيءَ ڪري ڇئن سالن ۾ لڳاتار وقت سان،
خود سان مشقت ڪرڻ کان پوءِ به اڃ تون ۽ مان هڪ ٻئي جي سامهون آهيون،
ساڻ آهيون. بس اِنتظار آهي هِن آپسي مِلڻ جو، جو ٻنڌن هوندي به ٻنڌن
مُڪت هُجي ۽ تڏهن اسانجي وچ ۾ وقت جو درياهه نه هوندو، سڀ حدون
سرحدون اُنهيءَ ۾ ملي وينديون اسان جي مِلن کان اڳ.''

''پريم هاڻ مان پريم جي معنيٰ ۾ غوطا کائي رهي آهيان، تنهنجي
ڳالهين جي سونهن ۾ ٻُڏي رهي آهيان. هيءَ ڪهڙي موهيندڙ ڪشش آهي.
بس، هاڻ بس به ڪر.''

''ضيا، اڄ مونکي ڇوڻ ڏي، جو سچُ آهي اُنهيءَ سان اسانجي گڏجاڻي
ٿيڻ ڏي.''

''ڪهڙو سچُ؟ او...پريم، ڪهڙي سچ جي ڳالهہ ڪري رهيو آهين؟''

''ضيا، اِئين ناهي تہ تنهنجي سونهن مونکي ڇيڙيندي ناهي، پاڻ ڏانهن ڇڪيندي ناهي، پر...!''

''پر ڇا؟ ڇا سونهن ۾ عيب هوندو آهي؟''

''نہ سونهن ۾ ڪوبہ عيب نہ هوندو آ، ٿيندو آهي تہ اسانجي ڀاونا ۾، اسانجي نظر ۾ هوندو آهي.''

''پر تو مونکي ڪڏهن اِن نظر سان ڏٺو ئي ڪين، اکيان رهندي بہ پري رهين.''

''اگر ڏسان ها تہ يقينن حيوان ٿي پوان ها. هن دِشا ۾ ٿيندڙ ڪُڪرمن سان اسين سماج ۾ روز روبرو ٿا ٿيون. هتي اچي اِنسان جي شرافت بي معنيٰ ٿي ويندي آهي. آهي نہ؟''

''نيڪ اِخلاقي ۽ بديءَ جو ماپ جو پئمانو تہ اِنسان جي چاهت جي شدت تي مدار ٿو رکي.''

''اِنسان کي حيوان ٿيڻ ۾ دير ڪيتري ٿي لڳي؟''

''ڇا مطلب...؟''

''هيِ ڪام واسنا ئي تہ آهي جا جيون ۾ هلچل ٿي مچائي. هونئن ڏٺو وڃي تہ اِهو جذبو خون ۾ پرواهمان رهندو آهي. ها، عمر ۽ وقت تي بہ اِن جي تعلق تي مدار رکندو آهي.''

''ڪو اهڙو شخصي حادثو يا تجربو جو تنهنجي پنهنجي زندگيءَ ۾ شامل هجي...؟''

''هاڻ تون منهنجي ٽنگ ڇِڪڻ جي پٺي ڪرين...!''

''......''

''ڇو، تون چُپ ڇو آهين؟''

''منهنجو سوال اجا... جواب جي انتظار ۾ آهي.''

''ها! شخصي حادثو يا تجربو تہ نہ، گيان ڇٺي ٿي سگهين! لڳي ٿو تون مونکي آزمائڻ جي چڪر ۾ شبد-باڻ واپرائي رهي آهين.''

''گيان ۽ تجربي ۾ ڪيترو فاصلو آهي.''



''اوترو ئي جيترو تنهنجي ۽ منهنجي وِچ ۾ آهي!''

''ڳالهہ صاف ناهي - مطلب صاف صاف ٻڌاءِ!''

''اِنسان يا تہ ڪام جي ڇهاوَ کان اڻ ڄاڻ هوندو آهي، يا تہ ڪام جي ڀوڳ سان مڪمل.''

''ڪام ۽ پريم ۾ ڪهڙو ذاتي رِشتو آهي؟''

''گهرو سنبنڌ آهي. انهيءَ تي ئي منش جاتيءَ جو وجود ۽ وڪاس منحصر آهي.''

''اسين تہ منش جاتيءَ جا عيوضي آهيون...! پوءِ...؟''

''ڄاڻان ٿو تون ڇا سوچي رهي آهين. اسين عيوضي آهيون، اِنڪار ناهي مونکي. پر اِستري ۽ پُرش جي پرسپر پريم جو هڪڙو پهلو واسنا بہ آهي. جنهن کان اسين اڻڄاڻ ناهيون، بلڪل اِنهيءَ طرح جيئن هِڪ سِڪي جا ٻہ پهلو - هڪ سنيوگ، ٻيو وِيوگ.''

''تون ڪهڙي راهہ جو پانڌيئڙو آهين؟''

''مان ڪنهن بہ پهلوءَ کان اڇوتو نہ آهيان!''

''مطلب...؟''

''هڪ اِستري-پُرش جي پرسپر ڪشِش جو پهلو فطرتي بہ آهي ۽ قدرتي بہ.''

''۽ ٻيو پهلو ڪهڙو آهي؟''

''ڪام واسنا جو پهلو جسماني ٿيندو آهي.''

''اِها ڀاونا تہ عالمگير ڀاونا آهي، پر منش مريادا پُرش بہ تہ ٿي ٿو سگهي.''

''ڇا مطلب...؟''

''تو وانگر مريادا پُرش...!''

''مان وري بہ اِنهيءَ سهج ۽ قدرتي ڀاونا کي وِهنواري ڪري مڃيندو آهيان.''

''......''

''چُپ ڇو ٿي وئينءِ!''

”گيان ۽ تجربي جو حساب پئي جوڙيان.“

”پنهنجي لاءِ مان پهرين به چئي چُڪو آهيان ۽ هاڻ وري دهرائي رهيو آهيان - مان پاڻ کي برپا ڪرڻ کان اڳ حيوان نٿو بڻجڻ چاهيان.“

”هون...ن...ن...“

”ٻڌين پئي؟“

”ها...ها...“

”اگر ائين ٿيو ته رِشتن ۾ اُهي اخلاقي ملهه رهندا، نه سونهن، ۽ نه پوشيدگي.“

”ته اسان ٻنهي جو هي پاڪ سنٻنڌ وَهنواري روپ ڪڏهن ڌاريندو؟“

”اُن جي لاءِ منهنجو پهريون ۽ آخرين شرط اُهوئي آهي. منهنجي برپا هئڻ تائين توکي انتظار ڪرڻو پوندو.“

”اسانجي اڌورن سپنن کي اکين ۾ وياپڪ رهڻو پوندو، تيسين تائين، جيسين تائين روشني اوندهه مان پاڻ کي چيري ظاهر نه ڪري ۽ پنهنجي وجود جي برپا ٿيڻ جو اعلان نه ڪري.“

”اوهه...پريم...!“

”ها ضيا، چاهت نِسوارٿ پريم جو پهريون ڏاڪو آهي، پريم آخري. مان تنهنجي سامهون توساڻ روشنيءَ ۾ جيئڻ ٿو چاهيان، توکان سواءِ هڪ اوندهه جو عالم ڏنڊ بڻجي چؤڌر پکڙجي ويندو آهي. مان اُن انڌڪار ۾ اڌوري پن جو احساس کڻي گم نٿو ٿيڻ چاهيان.“

•



# 14. مان ۽ تاجمحل

۽ هوُ هليو ويو. دل جي هزار پيرا چوڻ تي به مان هُن کي آواز نه ڏيئي سگهيس. دل ۽ دماغ جي جنگ ۾ جيت دماغ جي ٿي. اڃا تائين حيران آهيان ته جنهن سمير کي ساهه ۾ سانڍيو، ڪلهه تائين زندگيءَ کان وڌيڪ پيار ڪيو، اُهو اڄ ايترو پرائو ڪيئن ٿي پيو؟ مان چاهيندي به هُن کي نه روڪي سگهيس. اگر هوُ ترسي به ها ته ڇا ٿئي ها؟ جو نه ٿيڻو هو سو ٿي ويو. هاڻ ته بس سڀ تماشائي بڻجي ڏسي رهيا آهن. گهر جا ڀاتي، رِشتيدار اوڙي-پاڙي جا ماڻهو. ماڻهو آهن ته ڏسندا، چوندا. جنهن کي ڏسڻ کان سواءِ منهنجي صبح جو سج نه نڪرندو هو، ڏينهن لهڻ کان پهرين گهڻا ئي ڀيرا ڳالهائڻ بنا وقت نه ڪٽجندو هو، اُنهيءَ کي ويندو ڏسي اندر تائين هڪ خاليپڻو پرجندو ويو.

۽ اُن ڏينهن هن خود فون ڪري ٻڌايو ته هوُ ڪنهن نجي ڪم سان ڏهن ڏينهن لاءِ ٻاهر وڃي رهيو آهي.

”ڏهه ڏينهن، هڪ نه، ٻه نه، ڏهن ڏينهن لاءِ...!“ فون تي رُسڻ واري انداز ۾ مون چيو هو.

”اڙي منهنجي ڳالهه ته ٻڌ پدما، اڃا ڪلهه شام جو ئي ته مليا هياسين. توسان ملي، گهر آيس ته آفيس مان اِنٽرويو لاءِ خط مليو. سڀاڻ جو وقت ڏنو اٿئون ۽ مونکي اڄ ئي روانو ٿيڻو پوندو... توسان ڳالهائي يڪدم نڪرڻو پوندو. ستن ڪلاڪن جو سفر به ته آهي.“

”ڪيڏانهن وڃي رهيو آهين؟“

”آگرا، اُتي ئي هيڊ-آفيس آهي.“

”ته تون مون سان ملندين نه، ائين ئي هليو ويندين.“

”ملندس، ضرور ملندس، ڏهن ڏينهن کان پوءِ جڏهن موٽندس. ڀڳوان

چاهيو تہ هڪ خوشخبري بہ ڏيندوسانءِ‘‘

’’سمير، ڏهہ ڏينهن تو کان سواءِ ، توکي ڏسڻ کان سواءِ ڪيئن گذرندا؟ مان تہ...‘‘

’’پدما پليز هاڻ ڪجهہ بہ نہ چئہ. زندگي آواز ڏيئي مومکي سڏي رهي آهي، مان هيءُ موقعو ڪيئن ٿو وڃائي سگهان؟ شايد رب کي اسانجي آئيندي جو اسان کان وڌيڪ فڪر آهي. ها، تون دل لڳائي پڙهجانءِ. هاڻ وقت ئي ڪيترو بچيو آهي تنهنجي امتحانن ۾. تنهنجو B.A ٿي وڃي، پوءِ فرصت سان ويهي پنهنجي باري ۾ سوچينداسين. ڪجهہ نہ ڪجهہ تہ ڪرڻو پوندو.‘‘

’’سمير، مان بہ تہ بس ڏينهن، مهنا ڳڻيندي رهي آهيان. هڪ مهني کان پوءِ امتحان، پوءِ پڙهائيءَ جي بندشن کان مڪت ٿي تنهنجي قرب ۽ پريم جي بندشن ۾ عمر پرجي لاءِ ٻڌجي وڃڻ ٿي چاهيان.‘‘

هوءَ ڳالهائيندي رهي ها، جي سمير هُن کي نہ روڪي ها. ’’منهنجي لاءِ ڇا وٺي ايندين؟‘‘

’’پريم جي نشاني، هِڪ سهڻو تاج محل!‘‘

-----

هن کي وڃڻو هو، هو هليو ويو. اُتي جتي منزل هُن جو اِنتظار ڪري رهي هئي. هُن کي پنهنجو پاڻ تي تہ ڀروسو هو، پر پنهنجي ايندڙ سياڻ جي باري ۾ هو نہ ڄاڻندو هو. ڄاڻندو هو تہ بس هڪ ڳالهہ، تہ پدما جي پيءُ کي اِها ڳالهہ بلڪل پسند نہ هئي تہ اسين ٻئي پاڻ ۾ ملون، لاڙو وڌايون. شاديءَ جي باري ۾ سوچڻ تہ تمام پري جي ڳالهہ هئي. ڪارڻ ڇا ٿو ٿي سگهي، سمير سوچيندو ئي رهيو. هوُ ايم.اي. پاس آهي، سُٺي ڪمپنيءَ ۾ نوڪري اَٿس، هڪ پنهنجو گهرُ، پلي ئي ننڍو آهي ۽ هاڻي هي پرموشن جو خط آيل آهي، جنهن لاءِ هو وڃڻو آهي. ۽ جي ڪامياب ٿيو تہ ڏهہ ڏينهن ٽريننگ ۽ پوءِ...!

هن وڌيڪ اڳيان سوچڻ نہ چاهيو، سڀ بي سوُد ٿيندو، جيسين تائين پدما جو پيءُ راملال پرساد هُن کي پنهنجي ڌيءُ جي قابل نہ سمجهندو، يا



وري...؟

’’هاڻ تہ توکي پنهنجي برادريءَ جي سُٺي ڇوڪري ڏسي شادي ڪرڻ کپي. ڇڱو ڀلو ڪمائين پيو، گهر بہ اٿئي، وسي ويندين.‘‘

هڪ ڏينهن گهر کان ٻاهر نڪرندي راملال سمير کي سامهون ايندو ڏسي صلاح ڏيندي هُن تائين اِشاري ۾ پيغام بہ پهچايو.

’’جي انڪل، ڪندس، ضرور ڪندس، اِها تہ پڪ آهي. پر ڪجهہ وقت لڳندو. تقدير جون ريکائون ڪنهن سان وڃي ملنديون، اِهو تہ رام ڄاڻي؟‘‘

’’اِهو تہ آهي، جي ماءُ پيءُ يا سڳا-سنٻنڌي هجن ها تہ نڪاڻو ملي وڃي ها. پر هاڻ جو ڪجهہ بہ آهي، توکي هڪ جيون ساٿيءَ جي ضرورت آهي، جيئن تنهنجو گهر وسي وڃي.‘‘

’’مطلب...؟‘‘

هاڻ سمير کي وڌيڪ ڪجهہ چوڻ اڻنگو لڳو، پر هُن کي پنهنجي اندر ڪِٿي ڪجهہ پُرندو لڳو.

------

گذريل ڇئن سالن کان پدما ۽ هوُ هِڪ ئي ڪاليج ۾ پڙهندا رهيا، ملندا رهيا، ڳالهائيندا رهيا. ڪڏهن هنن جي نينهن جي ريشمي ڏور اُنهن کي پيار جي بندشن ۾ ٻڌندي ويئي، هُنن کي خبر ئي نہ پيئي. ڏسندي ڏسندي سمير بي.اي. کان پوءِ ايم.اي. پوري ڪري علم ۽ هنر جي بنياد تي هن زندگيءَ جي ميدان ۾ پنهنجو تنبو کوڙيو.

پاڙي ۾ هُن جو ڌرم-پتا دينانات اگم رهندو هو. سموري بستيءَ ۾ دينانات اگم هڪ ناميارو شخص هو ۽ پنهنجي نالي سان سڃاتو ويندو هو. پاڻ مئٽرڪ پاس هو. اُن وقت مئٽرڪ پاس وارن جو خاصو نالو هوندو هو. اُنهن جي نسبت هئي. عمر ڀر هڪ اِسڪول ۾ ماسٽر ٿي رهيو، عزت سان پنهنجي زال سان سنتوش ڀريو جيون گذاريندو هيو. پنهنجي تہ ڪا اؤلاد نہ هئي، جيترو ٿي سگهيو هن دين-دکين جي هر طرح سان مدد ڪئي. هڪ ساماجڪ جوابداريءَ کي نڀائيندي هو پنهنجي هر ڪم کان فارغ ٿي اوڙي پاڙي جي ٻارن ۾ گيان جي روشني ڦهلائڻ جي ڪم ۾ لڳي ويو.

بستيءَ ۾ پنهنجي ئي گهر جي وڏي کليل اڱڻ ۾ جڏهن ديناناٿ اگم ''اگم ٻال پون'' جو بنياد رکيو تہ ڏسندي ڏسندي اُهو اڱڻ هڪ ٻال پاٺشالا جو روپ ڌارڻ لڳو. ميرا، هن جي زال بہ هن پون ۾ سندس سهياڳڻي ءَ سهيوگڻي ٿي ڪري هن جي ڪم ۾ هٿ ونائيندي رهي. ٻئي زال مڙس، پاڙي جي غريب ٻارن کي پڙهائڻ لڳا، جن جا مائٽ گهرن ۾، باغن ۾، دُڪانن ۾ ڪم ڪندا هئا. ڪم ڇا هو جڻ غلامي هئي، جتي پنهنجي مرضيءَ جي خلاف روزي-روٽيءَ جي نالي ۾ ٻن ويلن جو کاڌو مس نڪرندو هو. اِن ۾ اُنهن غريبن جو بہ کهڙو ڏوهہ؟ دال-روٽيءَ جو بندوبست ڪن يا ٻارن کي پڙهائين.

''اگم ٻال پون'' ۾ ٻئي زال مڙس نيم سان بنا پئسي، سولائيءَ واري وقت تي ٻارن کي پاڙهڻ لڳا، تہ سمورو ماحؤل ئي بدلجي ويو. ڪم ڪرڻ وارا ماءُ پيءُ بہ هاڻ وقت جي پابنديءَ تي عمل ڪرڻ لڳا. پنهنجي ٻارن جي آئيندي جي نرماڻ لاءِ ''اگم ٻال پون'' کي پڙهائيءَ جو هڪ آدرش پون سمجهڻ لڳا.

--------

''اڙي ميرو ڪاڪا، پنهنجي ڏوهٽي سمير کي بہ هتي بہ ٿي ڪلاڪ موڪلي ڏيو. بنا ماءُ-پيءُ جو ٻارُ سڄو ڏينهن ٻنيءَ ۾ توهانجي اڳيان پُٺيان پيو ڦرندو آهي. توهانجو جيون تہ ڪجهہ گذريو ڪجهہ گذري ويندو، هُن کي پنهنجو جيون ٺاهڻ ڏيو. مان ءَ تنهنجي ڀاڀي هاڻ ٻارن جي جيون ۾ روشني آڻڻ لاءِ هي يتن ڪري رهيا آهيون. ڪجهہ ٻار اسان کان سکي ويندا آهن، ڪجهہ اسين ٻارن کان...!'' چوندي ديناناٿ ميرو ڪاڪا جي من ۾ هڪ آس جو ٻوٽو ٻاري ڇڏيو.

نيڪ سوچ پنهنجو رستو خود تلاش ڪندي آهي. ٻن ڏينهن کان پوءِ ميرو ڪاڪا سمير کي ساڻ وٺي آيو ءَ ''اگم ٻال پون'' ۾ شريڪ ڪرائي بي اونو ٿي ويو. هڪ طرح سان هُن پنهنجي ڪمزور هٿن جي ڏور ديناناٿ جي هٿن ۾ ڏيئي ڇڏي.

''ميرو ڪاڪا سمير روشن دماغ وارو ڇوڪرو آهي. ڏسڃ هڪ ڏينهن



پڙهي لکي هن ايراضيءَ جو نالو روشن ڪندو.''

''مالڪ پڙهڻ لکڻ تہ هونئن جيون کي روشن ڪندو آهي، پر نِسوارٿ ڀاونا سان اُهو ئي ڏن جو توهان غريبن جي پاڙي ۾ ورهائي رهيا آهيو، اُن لاءِ اسان ءَ اسان جا ٻار سدائين توهان جا ٿورائتا رهنداسين. بي علمي تہ غريبن کي ورهاست ۾ ملي آهي، پر هي ٻار پڙهي لکي توهان جا سدائين احسانمند رهندا. هاڻ هي اسان جا نہ، پر توهان جا ٻار آهن.'' چوندي هو پنهنجي ڌوتيءَ جي ڪنار سان پنهنجا لڙڪ اُگهڻ لڳو.

ڪجهہ وقت کانپوءِ ميرو ڪاڪا سمير جي اکين ۾ لڙڪن جو سيلاب پري هن دنيا مان رمندو رهيو. هاڻ ٻال پون کان سواءِ سمير جي لاءِ ٻيو ڪو ٺڪاڻو نہ هو. دنيا ناٿ هن کي ٻي سهارا ٿيڻ نہ ڏنو، پنهنجي نگهبانيءَ ۾ ائين تراشيو جو هو ڪنڪر مان هيرو ٿي پيو. سنسڪارن جي سڳنڌ ڪٽي هوُ جتان بہ گذرندو هو سيني جو من موهي ڇڏيندو هو.

ٻال پون جي پاسي واري ڪوٺي راملال پرساد جي هئي. اُنهن ءَ ٻين اوڙي پاڙي وارن، ورونڌ ڪيو.

''هيءَ ڇا ڪو چؤپال آهي جو هر روز شام جو ڪا نہ ڪا ڳالهہ ڪٽي هتي سڀ ڪٺا ٿا ٿي وڃو؟ جي پڙهڻ پڙهائڻ جو ايترو ئي شؤق اٿو تہ پاٺشالا کوليو ءَ هي گيان اُتي ئي ورهايو.'' هي آواز سيٺ راملال پرساد جو هو، جو هن بستيءَ جو شاهوڪار مڃيو ويندو هو. هن کي لڳو تہ پڙهڻ جي بهاني هنن غريبن ءَ ننڍي ذات وارن جو اچڻ وڃڻ هُنن جي مان-مريادا ءَ شان کي گرهڻ نہ لڳائي ڇڏي.

گيان-اگيان جو پاڻ ۾ اُهو ئي لاڳاپو هوندو آهي جو روشني ءَ اوندهہ جي درميان هوندو آهي. ديناناٿ اگم کي سچ جي هيءَ وات ملي ءَ هن اُتان جي دائمي مندر جي پوڄاريءَ کان هن نيڪ ڪم لاءِ سهيوگ گهريو. پوڄاريءَ شام جي آرتيءَ کان بہ ڪلاڪ پهرين مندر جو اڱڻ هن ڪم لاءِ واپرائڻ جي اِجازت ڏني.

اِنسان جو من بہ عجيب آهي. جنهن وٽ سڀ ڪجهہ آهي اهو ڪجهہ ونڊڻ نٿو چاهي. جنهن وٽ ڪجهہ بہ ناهي اُهو گهٽو ڪجهہ نڇاور ڪرڻ لاءِ

تيار رهندو آهي. پوڄاريءَ ۾ اڃا بہ اِنسانيت جو جذبو باقي هو ۽ هو اِن پلي ڪم ۾ پنهنجو سهڪار ڏيڻ ۾ پٺيان ڪين وريو. هفتي ۾ ٽي ڏينهن طئہ ٿيا. اڻ پڙهيل اوڙي پاڙي مان اچڻ لڳا. هر روز پروچن وانگر ڪڏهن سنسڪارن تي، ڪڏهن ديا ڀاونا، يا سيوا ڀاو تي چرچا شروع ٿيندي هئي. گهڻو ڪري انهن وشين تي ڪڏهن ديناناٿ تہ ڪڏهن مندر جو پوڄاري ڳالهائيندا هئا. هاڻ ماڻهن جي من مان ڪمتريءَ جي ڀاونا گهٽجندي ويئي ۽ آتم وشواس جو جذبو جاڳڻ لڳو.

انهيءَ سڀا ۾ ديناناٿ جو لاڏلو سمير بہ اچي وهندو هو. ڳالهہ ٻولهہ ۾ حصو وٺندو هو. وقت اهڙو آيو جو پاڙي جي سُٺن گهرن ۽ بنگلن جا ٻار بہ اچي حصو وٺڻ لڳا. هڪ ڏينهن سيٺ راملال پرساد جي ڌيءَ پدما بہ اچي ويٺي. پيءُ گهڻو روڪيو، تڪرار ڪيو، هن کي سمجهايائين، ڊيڄاريائين،ڌمڪايائين، پر هن کي گهر جي ڪونٽ سان ٻڌي نہ سگهيو.

اوندهہ روشنيءَ ۾ رلڻ ملڻ لڳي. ڀيد ڀاوَ جون پٽيون ڪمزور پوڻ لڳيون، مانوتا جا نوا سلا تلسيءَ وانگر ڪيچڙ ۾ اُسرڻ لڳا. پاڪ دلين جي وچ ۾ صاف سُٿري سوچ ماٺ ۾ ڳالهائڻ لڳي. ڏسندي ڏسندي اٺ سال گذري ويا. ٻار هاڻ وڏا ٿيا هئا. ڳوٺ ۾ پڙهائي پوري ڪري شهر پاسي رُخ ڪري وڌيڪ پڙهڻ لڳا. سمير ڪاليج ويو تہ پدما بہ اُتي ئي داخلا ورتي. موهہ جو ناتو ڪڏهن پيار ۾ بدليو، خبر ئي نہ پئي. پر هڪُ وِشواس هو جو ماٺ ٻٽجي ٻنهي جي دلين ۾ پلجڻ لڳو.

-------

’’پدما منهنجي غير حاضريءَ ۾ توکي بابا جو هٿ ونائڻو آهي. هڪ ڪلاڪ نيم انوسار هِتي اچي ٻال پون جو نيم ڪنهن وشيہ تي ڳالهائڻو اٿئي ۽ ها ! سڀ کان اهم ڳالهہ ايندڙ مهيني تنهنجو امتحان بہ آهي. پنهنجي پڙهائي من لڳائي روز ڪندينءَ، اِهو واعدو ڪر!‘‘

’’منهنجو واعدو آهي سمير، اهو سڀ ڪنديس جو تون چاهين ٿو. مونکي اُن پل جو اِنتظار آهي، جڏهن...!‘‘

’’بس، بس هاڻ ٻيو ڪجهہ نہ چئہ، بس منهنجي اچڻ جو اِنتظار



ڪج.‘‘ چوندي سمير جو ڏيمي سان فون رکي ڇڏيو.

اڄ سمير پنهنجي عهدي جي هڪ ٻئي ڏاڪي تي پنهنجي زندگي ۽ ڪامياب محبت جو پرچم ڦهرائڻ وڃي رهيو هو. ٻال پون سان ڳنڍجندي پدما سمير سان ڪجهہ اِئين جڙي ويئي جو پنهنجو سمورو جيون هن سان گڏ گذارڻ جا سپنا ڏسڻ لڳي. اِن وِشيہ تي ڪيترا ئي ڀيرا اُنهن جي ڳالهہ ٿي پر اُن جو ڪو مڪمل حل نہ نڪري سگهيو.

’’سمير، مان بي.اي. ڪان پوءِ تنهنجي هرهڪ ڪم ۾ تنهنجي حصيدار ٿي رهڻ ٿي چاهيان.‘‘ هِڪ ڏينهن هن سمير جي سامهون پنهنجي من جي ڳنڍ کولي هئي.

’’اڙي پڳلي، هاڻ تہ تون پنهنجي اِمتحان جي تياريءَ ۾ من لڳاءِ ۽ پوءِ مان بہ وقت موجب تنهنجي پيءُ سان ڳالهہ ڪندس. هنن تہ هِڪ ٻہ ڀيرا پنهنجي من جي ڳالهہ منهنجي سامهون رکندي  چيو آهي تہ تون پنهنجي ذات جي ڪنهن سُٺي ڇوڪري ڏسي شادي ڪري ڇڏ! ڇڱو ڪمايان ٿو، منهنجي گهر وسڻ ۾ اُنهن جي ڪهڙي مُراد ٿي ٿي سگهي، خبر ناهي؟‘‘

’’تو انهن کي ٻڌايو ڪين تہ اسين ٻئي جيون- ساٿي ٻڻجي زندگي گهارڻ ٿا چاهيون؟‘‘

’’نہ، مان نہ چئي سگهيس. تون ڪوشش ڪري ڏسجانءِ.‘‘ چوندي سمير هن جي ڳِل تي هلڪي ٿپڪي ڏيندي سندس احساس کي ڇڻ سپرش ڪيو.

’’سمير، مان ڄاڻان ٿي تہ پتاجي ڪٽر آهي، ضدي آهي. اِهو تہ ڇڏ هو هن شڪشا کي مليريا وانگر وِچڙي وڃڻ جي ڪري بہ خفا آهن. وري بہ مان اُنهن سان ڳالهہ ڪرڻ جي ڪوشش ڪنديس!‘‘

۽ سمير هليو ويو. هڪ آس، هڪ پياس دل ۾ ڪٺي ۽ مان وري بہ هن کي روڪڻ ۾ ناڪامياب رهيس.

----

دل ۾ دهڪندڙ باهہ کي وسائڻ جي ڪوشش ۾ سيٺ راملال پرساد پنهنجي ڌيءَ پدما جي زندگيءَ کي پنيٽ ۾ وجهڻ جي ڪوشش ڪئي.

پيءُ جي حيثيت جي ناتي، بنا ڏيءَ سان صلاح ڪرڻ يا پڇڻ جي هُن جي شادي هڪ ڏنوان واپاري گهراڻي ۾ پڪي ڪري ڇڏي ۽ مهورت ڪرائي اِن ڳالھ جو اعلان ڪري ڇڏيو. پدما جي تہ ڄڻ ڌڙڪن ٿمجي ويئي.

”بابا...!“

”ڪجھ چوڻ، ٻُڌڻ جو وقت ناهي، ڳالھ ٻڌجي آئي آهي تہ اُنهيءَ کي بنا روڪ ٽوڪ جي پوري ٿيڻ ڏيو. زندگي ڪو لفظن جي کيل ناهي، اُنهيءَ کي گذارڻ لاءِ گهڻين شين جي ضرورت پوندي آهي. مون تنهنجو ڀلو چاهيندي هي فيصلو ڪيو آهي.“

”پر بابا منهنجو اِمتحان...!“ اڌورا احساس لفظ ٻڌجي گلي ۾ اٽڪي پيا.

هوءَ ڪجھ چوي اُن کان اڳ فون جي گهنٽي وڳي جنهنکي کڻندي راملال پرساد ٻئي پاسي ايندڙ آواز کي سڃاڻندي گنڀيرتا ورتائيندي چيو: ”سمير، پدما هينئر توسان ڳالهائي نہ سگهندي. گهر ۾ مهمان آيل آهن، شاديءَ جا سُڳَن بہ شروع ٿيڻ وارا آهن.“

”ڪنهنجي شادي آهي اَنڪل؟“ هن پاسي کان سوال اُٿيو.

”پدما جي. ٻيو ڪنهنجي؟ ڇا توکي اِها خبر نہ آهي؟ تون تہ پدما جو سٺو دوست آهين، ۽ مان بہ تو مان گهڻي اُميد لڳائي ويٺو هُيس... تہ تنهنجي چڱي مدد ملندي. پر خبر مِلي تہ تون ويو آهين... چڱو رکان ٿو.“

”پر انڪل، هي سڀ ايترو جلد ڪيئن ٿي ويو؟ پدما تہ مونکي اِن باري ۾ ڪجھ ڪين ٻڌايو.“

”نہ ڇيائين تعجب جي ڳالھ آهي... خير هاڻ مان فون رکان ٿو. گهڻو ڪم باقي آهي... تون شاديءَ ۾ ضرور اچجانءِ.“

”شادي ڪڏهن آهي؟“ سمير کي پنهنجو آواز پڻ ڪوهہ پري کان ايندو لڳو.

”اڄ جمع آهي، آرتوار جي ڏينهن شادي آهي، ۽ اُنهيءَ ڏينهن رات واري گاڏيءَ ۾ گهوٽيتا ڪانپور روانا ٿيندا. آسرو رام جو. سڀ چڱو ٿيندو.“

سنيهو ڇا هو، ڄڻ ڀڳهريل شيشو پدما جي ڪنن ۾ ٻرڪجي آيو. دل



کي صدمو ايترو گهرو پهتو، جو هن کي پنهنجي وجود جي هئڻ ۽ نہ هئڻ ۾ ڪو فرق ڏسڻ ۾ نہ ٿي آيو. هوءَ فقط هڪ بُت ٻڻجي پئي، جنهنجي نہ پنهنجي ڪا مرضي ۽ نہ ڪا مُراد. بس ٻن ڏينهن کان پوءِ هوءَ هڪ گڏيءَ وانگر هار سينگار ڪري منڊپ ۾ ويهاري ويندي، وهانءُ ڪرايو ويندو، ها اِها ضرور خبر هيس تہ شاديءَ کان پوءِ هوءَ اُن اِنسان جي زال سڏبي جنهن کي هِن اڳ ۾ ڪڏهن ڏٺو ناهي. جنهن سان گڏ جيئڻ مرڻ جا سپنا ڏٺا، اُهي سپنا پنهنجي هٿن سان پڃٽا پوندا، هن کي سمير کي وِسارڻو پوندو. پر ڀُلائي ڇڏڻ بہ ڪنهنجي وس ۾ ٿيندو آهي. جو پل پل ياد ۾ وسيل هجي اُنهيءَ کي وسارڻ ڪو سولو آهي؟ پيءُ بنا پُڇڻ جي فيصلو ڪيو، ۽ صرف حڪم جي پالن ڪرڻ جي اِجازت ڏني، گناهہ نہ ڏسيائين، فقط سزا ٻڌائي ڇڏيائين.

........

”پدما...!“ دل جي ڌڙڪن ۾ هڪ هلچل اُڀري.

”سمير..“

”واڌائي هجئي...“

”......“

”اڙي سمير، تون وقت تي اچي وئين، تمام سٺو ٿيو. هل هاڻ ڪجھ هٿ وٺاءِ... ٻاهر مهمانن جي اچڻ جي تياريءَ ۾ ڪا گهٽتائي نہ رهجي وڃي، اِن ڳالھ تي ٿوري نظر رکجانءِ.“ چوندي سيٺ راملال پرساد ڌوتيءَ جو هڪ ڪِنارو پَڪڙيندي ڪنهن ٻئي ڪم لاءِ اڳتي وڌي ويو. سمير هڪ هار ڪاڏل سپاهيءَ وانگر پنهنجا سڀ هٿيار سمرپڻ ڪري ڇڏيا. هڪ سهڻو پئڪيٽ پدما ڏانهن وڌايو. ماٺ ۾ سوال ڪندڙ اکيون اُٿيون ڄڻ پُڇي رهيون هجن... ”هي ڇا آهي...؟“

”هيءَ پيار جي علامت...هڪ سُهڻو تاج محل...!“ سمير فقط ايترو چئي سگهيو.

ٻنهي جا وڏندڙ هٿ ڏڪي رهيا هئا. ڄڻ ڪو زلزلو بس هينئر ئي ڪروٽ بدلي ٻنهي جي دلين ۾ اڏيل پنهنجپائيءَ جي ڀت جي سِرُن ۾

ڏاريائيپ جون ڏارون ويڪريون ڪري ويو. پدما جا هٿ اُن سوغات کي شايد سنڀالڻ ۾ ناڪامياب رهيا. سمير جي پاسو ورائيندي ئي محبت جو اهو مِنارُ ڪِريو ۽ ٽُٽي پيو، پوءِ پڪڙجي ويو، پر ٽٽڻ جو آواز ڪنهن به ڪن تائين نه پهتو.

پيار جي علامت تاج محل هنن جي وچ ۾ پيو هو. اکين ۾ سوال، چپن تي جواب، چڻ جهيڙي خاموشيءَ ۾ چئي رهيا هئا... ”هي مان آهيان ۽ هي آهي تاج محل.“

هِڪ اڇوتو احساس اڄا به ويرانن ۾ ڏڙڪندو آهي، ساه ڪٽندو آهي.

•



# 15. گُهٽ

شملا

5 جون 2015

پياري ديپا،

تنهنجو خط مليو، پڙهي لڳو ته تون منهنجي باري ۾ ڄاڻڻ لاءِ منتظر به آهين ۽ توکي منهنجي چنتا لڳل آهي. ڇو نه هوندي، فيروزپور مان راتو-رات پنهنجو سڀ ڪجهه سميٽي، توکي بنا ڪجهه چوڻ جي، ڪجهه ٻڌائڻ جي هتي شِملا هلي آيس. هتي اچي به مهنا ٿيا آهن، پنهنجي ماضيءَ کان جند ڇڏائڻ ۾ وقت لڳندو، پر هاڻ من ڪجهه ٺانئيڪو ٿيو آهي. مان پنيان منهن ورائي نٿي ڏسڻ چاهيان؛ اُنهن يادُن جي پاڇن ۾ به نٿي جيئڻ چاهيان. پر اڄ تنهنجي خط منهنجي من ۾ هڪ انقلابي اُٿل-پُٿل مچائي ڇڏي آهي. خود کي اُن وهڪري کان بچائڻ جي ناڪام ڪوشش ۾ گهٽي بي چئني ماڻي اٿم... بس هاڻ قلم کڻي توکي لکڻ ويٺي آهيان... ۽ هيءُ خط...! ۽ وري اسانجو ناتو ڪو ٻن ڏينهن جو ناهي، جنم جنم جو آهي؛ تون مونکي اندران-ٻاهران ڄاڻين-سڃاڻين ٿي. تو سامهون پاڻ کي بي پردا ڪرڻ ۾ حجاب کهڙو؟

تون ته ڄاڻين ٿي، مان گهر ۾ سڀني کان ننڍي آهيان. منهنجون ٻه وڏيون ڀينر اڄا به گهر ويٺي ويٺي وڏيون ٿي رهيون آهن. منهنجي ضد جي ڪري بابا مونکي اڳيان پڙهڻ جي موڪلڻ ڏيڻ لاءِ مجبور ٿي ويو. مون پنج سال پڙهڻ بعد Post-Graduation ڪرڻ لاءِ University ۾ داخلا ورتي. اڄا تائين ڀينرون انون پاس ۽ مئٽرڪ پاس ڪري ستن سالن کان نه ڄاڻ ڪنهنجي انتظار ۾ پنهنجي عمر جا سال وڃائي رهيون آهن. اڄ تائين پڙهي-لکي نؤڪريءَ کي لڳي وڃن ها، ته جيون هيئن سُنسان نه هجي

ها، ڪجهہ رنگ اُن ۾ ضرور پرجن ها. مونکي اُهو زمانو چڱيءَ طرح ياد آهي ۽ رهندو بہ ڇو نہ؟ آخر اُن وقت مان 19 سالن جي هئس. اِن عمر ۾ ڇوڪرين کي پورو هوش هوندو آهي؛ ۽ هو ذهني طور تي ڇوڪرن کان ٻہ قدم اڳتي هونديون آهن. تون تہ ڪاليج ۾ پڙهي آهين، اُتي جي ماحوَل کان، اُتي ٿيندڙ هر حال کان واقف آهين. مان بہ اٽڪاڻ هئڻ جو ڍونگ نہ ڪنديس. سِڌو ڳالهہ تي ٿي اچان. پڪ ئي پڪ اِهو ڄاڻي ويئي آهيان تہ رشتن جي بي جوڙ ناتن جي ڪڏهن ڪڏهن ايڏي وڏي قيمت بہ چڪائڻي پوندي آهي. وات تي ڪنهن کي ملڻ، اُن کي پنهنجو مڃڻ، ايتري قدر جو هوُ سوچ تي حاوي ٿي وڃي ۽ بي وس ٿي سامهون وارو پنهنجي وجود کي وساري هن سان جُڙي وڃي!

اهڙي ئي هڪ موڙ تي مونکي آفتاب مليو، منهنجو بہ هُن سان ناتو جڙيو ۽ هڪ ٻنڌن ۾ اسين ٻئي ٻڌجي وياسين. سچ ٿي چوان ديپا، مون هُن سان ناتو جوڙڻ ۾ جيتري جلدي ڪئي، اُن کان گهڻي وڌيڪ رفتار سان هو اُن وات جي لاهيءَ تان لهي ويو. مان ڪنهن واردات وانگر ٽٽڻ لڳس. هاڻ هِن رشتي کي ڪو بہ نالو ڏيڻ واجب نہ ٿيندو ! شايد مون اُن رشتي کي سڃاڻڻ ۾ ڀُل ڪئي! هاڻ اُنهيءَ کي ڀل چوڻ جو ڪو بہ مطلب ناهي. بس ائين سمجهہ، مون پنهنجي لاءِ سزا مقرر ڪئي آهي. هتي مان پنهنجي ڇيل ڳالهہ جو سڌارو ڪرڻ ٿي چاهيان- ”زندگي هئن ويران نہ رهندي جڏهن هُن ۾ رنگ پرڻ وارو سفر ۾ ڪو همسفر ملي وڃي“، چوڻ واري مان اڄ پنهنجيءَ زندگيءَ کي بي رنگ ڪرڻ ٿي چاهيان. جنهن اندلٽ جا رنگ پرڻ جاخواب ڏيکاريا، اُهو اڄ منهنجي زندگيءَ ۾ ڪٿي بہ نہ آهي. تون سمجهي رهي آهين نہ، مان ڇا چئي رهي آهيان؟

ها، آفتاب چوندو هو-

”انيتا، مان توکي چنڊ-تارن جي اهڙي دنيا ڏيڻ ٿو چاهيان، جا تنهنجي سينڌ ۾ سنڌور نہ پر ستارن جي چمڪ پري ڇڏي!“

”ڪڏهن آفتاب...؟“ مان هن جي اکين ۾ ڏسندي چوندي هيس...

”جڏهن اسان جي پڙهائي ختم ٿيندي، تڏهن ! جڏهن اسانکي



نؤڪري ملي ويندي، تڏهن. جڏهن اسان ٻئي پنهنجي جوابداري سنڀالڻ جي قابل ٿي ويندا سين، تڏهن...!“

”جوابداريءَ سان تنهنجو مطلب آهي...!“

”انيتا، ڇا اِهو بہ مون کي سمجهائڻو پوندو؟ جوابداري تہ جوابداري ٿيندي آهي. جڏهن ٻئي ڪمائينداسين، تہ ڪٿي هڪ گهر وٺي وسجي وينداسين. ميان بيبي سڏيا وينداسين تہ پوءِ امي-ابوُ سڏائڻ جي آرزو جاڳندي. جاڳندي يا نہ...؟“ هو مون ڏانهن نهاري ٺهڪ ڏيئي کلي پوندو هو.

مان گنڀير ٿيندي چوندي هيس- ”هن سلسلي ۾ شاديءَ جو تہ ڪٿي ذڪر ئي نہ ٿيو. ڪڏهن ڪندين شادي؟“

”شادي ڇو، باقاعدا نڪاهہ ٿيندو. سموري ريت-رسمن سان. مون تہ تنهنجو نالو بہ سوچي ڇڏيو آهي. زرينا...! نالو ڪيئن لڳو؟“

ديپا سچ ٿي چوان. مونکي هڪ نہ هزار نانگ هڪ ئي وقت ڏنگيو. منهنجو ڌيان اِن پاسي ڪڏهن ڪين ويو تہ آفتاب ڪو اهڙو ڪٽر مسلمان هوندو، هن طرح پنهنجي مذهب جون هدايتون منهنجي مٿان مڙهيندو. اُن وقت مونکي آفتاب تي غصو اچڻ لڳو. ڳالهين جي ڪؤڙاڻ مان پيار جو رنگ تيزيءَ سان ڦِڪو ٿيندو ويو. غلطي تہ منهنجي هئي. عشق، محبت جي ٻين قصن وانگر مون بہ هن رشتي سان سپنن جو هڪ سنسار سجايو هو. سوچيم پيءُ سان بغاوت ڪندس، پيار پريل هڪ گهر وسائيندس جتي اسين ٻہ ۽ اسانجا ٻہ هوندا...!

”آفتاب، توکي لچائي ٿي سُجهي. مان سنجيدا آهيان. مان تنهنجي ٻار جي ماءُ بڻجڻ واري آهيان، اِهو تہ تون ڄاڻين ٿو. اسان اِن باري ۾ ڳالهايو آهي ۽ تو واعدو ڪيو تہ جلد ئي اِن ڳالهہ کي پنهنجي گهروارن سان ڳالهائي ڪوئي حل ڪڍندين! ۽ اڄ هي اجايون ڳالهيون ڪري ڇو ڳالهہ مان ڳالهوڙو ڪرڻ جي ڪوشش ڪري رهيو آهين؟“

ديپا، هڪ ڳالهہ توکي ٻڌائڻ وسري ويئي، تہ جڏهن مون آفتاب سان پيار جو پيچ لڙايو، اُن ويل مونکي اِن ڳالهہ جو ٿورو بہ احساس نہ رهيو هو

تہ مان هِندو آهيان، هوُ مسلمان آهي. هيءَ ڪنور پرستتي سامهون ايندي، ڪڏهن سوچيو نہ هو. لڳو دل جو معملو آهي، دليون سلجهائي وٺنديون. مونکي ٿورو بہ گُمان نہ هو تہ هي ڳالهيون سامهون اينديون.

”چو ڇا ٿيو انيتا، تون ڏجي چو ويئي آهين؟“

”آفتاب، توکي اچ ئي، هاڻ هِن وقت مون ساڻ مندر ۾ هلي شادي ڪرڻي پوندي. اِهو ايترو ضروري ڇو آهي تون چڱيءَ طرح ڄاڻين ٿو.“

”مون تہ توکي ڇيو هو انيلا... پر تون بہ ڪڏهن ڪڏهن ضد ڪري وهندي آهين.“

”ڇا مطلب؟ ڇا ان لاءِ فقط مان ذميوار آهيان؟ تو تہ ڇيو هو ڪو رستو ڪڍي وٺندين... گهر ۾ ڳالهہ ڪري...!“

”ڪئي هئي، پر امي-ابوُ ضد تي آهن تہ اِهو ڪڏهن نہ ٿيندو. هنن ڪنهن کي زبان ڏني آهي...!“

”مطلب...ڇا ٿيو آفتاب... صاف صاف ٻڌاءِ؟“

”هو چون ٿا تہ جي ائين نہ ٿيو تہ هوُ پاڻ کي ختم ڪري ڇڏيندا!“

”ڪيئن نہ ٿيندو آفتاب...؟“ مان پنهنجي قابوءَ ۾ نہ هيس.

”جي مون هُنن جي پسند ڪيل ڇوڪريءَ سان نڪاحُ نہ ڪيو تہ...!“

توکي ڇا ٻُڌايان، ڪيئن بيان ڪريان تہ اُن وقت هن اگر مگر کي ٻُڌندي مون تي ڇا گذري؟ ڄڻ ڪيترائي ٻرندڙ جبل هڪ ساڻ منهنجي وجود کي ڏونڏارڻ لاءِ ڦاٽا هئا. منهنجو سمورو وجود لُڏي ويو...اُميدن جا سڀ رستا ڄڻ بند ٿي ويا. تنهن هوندي بہ اکين ۾ آشا ڪٽي مان آفتاب ڏي نهاريندي رهيس....۽ ڦلندي رهيس.

”تہ تون نڪاهہ ڪندين...؟ اُن سان جنهن کي نہ تون ڄاڻين ٿو، نہ سڃاڻين ٿو. فقط تنهنجي ماءُ-پيءُ جي چوڻ تي... ۽ منهنجو ڇا؟ منهنجي پيٽ ۾ پلجندڙ هن ٻار جو ڇا؟ اُنهن واعدن جو ڇا، جي تو مون سان ڪيا... گڏ جيئڻ ۽ گڏ مرڻ جا...؟“

”انيتا مان توسان...!“

”توسان ڇا آفتاب...؟ اِجهو هاڻ ئي تون اسان ٻنهي جي جوابداريءَ



جي ڳالهہ ڪري رهيو هئين...سار سنڀال لهڻ جي ڳالهہ ڪري رهيو هئين. هاڻ تون پنهنجي ڳالهہ کان منهن موڙي رهيو آهين..“

سڪي، منهنجو سمورو بدن ڏڪڻ لڳو، ڏپ کان نہ، پر غصي وچان. ائين ڇو ٿيندو آهي تہ هرهڪ جُرم جو ڀاڱيدار تہ مرد بہ هوندو آهي، پر سزا اڪيلي عوُرت کي ڀوڳڻي پوندي آهي؟ ڇو سماج ۾ اهڙين سمسيائن سان صرف زال کي ٺاهہ ڪرڻو پوندو آهي؟ ڇا آزادي فقط مردن جي حصي ۾ ايندي آهي، جو هو پنهنجي منماني ڪري گنگا ۾ سنان ڪندا رهن ۽ اُنهيءَ کي ميرو ڪندا آهن؟“

سڪي، تنهن کان پوءِ جو ڪجهہ بہ ٿيو اُن سان تہ منهنجي دماغ تان پيار جو ڀوت ئي لهي ويو. بي شرميءَ جي هرهڪ ديوار اورانگهي، هڪ پاڪ جذبي کي ناپاڪ ڪندي هن نامراد ڇا ڇيو خبر اٿئي؟ ٻڌندينءَ تہ ڄاڻندينءَ تہ بي شرمي ڇا آهي؟ حيوانيت ڇا آهي؟ بد اخلاقيءَ جو چهرو ڪهڙو ٿيندو آهي؟ صاف پنن تي ڪاريون تحريرون لکڻ وارا ناريءَ سان ڪلواڙ ڪري، هُن کي بيوسيءَ جي ڏڳ تي ڪيئن بي رحميءَ سان ڇڏي ڏيندا آهن؟

”ڪمبخت جوابداريءَ کان ڪير ٿو منهن ڦيري انيتا؟ مان تہ توکي هن مسئلي جي ڪارڻ منهنجي مٿان آيل مصيبتن جي داستان ٻڌائي رهيو هوس. هي امي-ابوُ بہ نہ....!! عوُرت ذات جي پريشاني سمجهن ئي نٿا!“ چوندي آفتاب گنهگار وانگر بينو رهيو.

”پنهنجي امي-ابوءَ کي ڏوهہ ڏيڻ کان پهرين، پنهنجو چهرو ڪنهن صاف آئيني ۾ ڏسي ڇڏ. هو تہ ڏنل واعدي کي چڱيءَ طرح نڀائڻ جي روايت تي مرڻ مِٽڻ جي ڳالهہ ڪري رهيا آهن. شايد تون ئي زندگيءَ ۾ رشتن جي اهميت نہ سمجهي سگهيو آهين، يا سمجهندي ناسمجهي جو ڍونگ ڪري رهيو آهين. هاڻ تہ مونکي تنهنجي نعيت تي بہ شڪ ٿي رهيو آهي.“

”شڪ..ڪهڙو شڪ انيتا؟ منهنجي اِرادن تي شڪ ڪري اُنهن کي داغ دار نہ بڻاءِ. مان توکي دل سان چاهيندو آهيان!“

’’چاهت ڇا ٿيندي آهي آفتاب، اِنهيءَ سچ کان تون ڪوهہ پري آهين. تون پنهنجي ناپاڪ اِرادن سان مونکي پنيلائي نہ سگهندين. هاڻ تون، هن ويل ئي منهنجي زندگيءَ مان پنهنجي منحوس پاڇي ساڻ رفا-دفا ٿي وڃ.‘‘

’’انيتا...‘‘ اِن کان وڌيڪ هوُ ڪجهہ بہ چئي نہ سگهيو.

’’تو پاڻ سان منهنجو بہ منهن ڪارو ڪري، منهنجي عزت سان کلواڙ ڪيو آهي. هاڻ هن بي حيائيءَ کان توبه ڪري ڇڏ. اِهو ئي بهتر آهي.‘‘

’انيتا، مونکي چوڻ جو موقعو تہ ڏي...!‘‘ هُن جي چهري تي پريشانيءَ جا آثار صاف ڏسڻ ۾ ٿي آيا.

’’مونکي پنهنجي لاپرواهي جو پوري طرح احساس آهي، هاڻ تنهنجي ڪابہ مني چُپڙي ڳالهہ منهنجي ڦٽن تي ملم نہ لڳائي سگهندي. هونءَ بہ تجربو هڪ ڀيرو ڪبو آهي، ور ور نہ. بهتر اِهو آهي تہ پنهنجي امي ابوءَ جي ڏنل وچن کي پورو ڪري هڪ زندگي برباد ٿيڻ کان بچائي وٺ ۽ اگر زندگيءَ ۾ ڪڏهن پيءُ بڻجڻ جو سک حاصل ٿئيئي تہ هن اڻڄاول ٻار جو قسم، مان توکي بددعا ٿي ڏيان تہ تنهنجو اهو سک بہ دک ۾ بدلجي وڃي.‘‘ مون پنهنجي اندر جي زهر کي ٻاهر اوتيندي چيو.

’’ايتري ڪنور نہ ٿي انيتا، مون سوچي ڇڏيو آهي تہ امي-ابوءَ جي تمنا پوري ڪري مان هُن ڇوڪريءَ کي طلاق ڏئي توکي پنهنجو ڪندس ۽ هن ٻار کي پنهنجو نالو ڏيندس.‘‘

ديپا، سچ ٿي چوان هن جي آواز ۾ ڊپ هو. پنهنجي سکن کي دکن ۾ تبديل ڪرڻ واري بد دعا جو خوُف هو. انسان ڪيترو نہ ڪانئر ٿي سگهي ٿو، اهو ڄاتم. پنهنجي سلامتيءَ جي خاطر خودغرض اِنسان پنهنجي بچاو لاءِ ڪنهن کي بہ قربان ڪري ڇڏن، ڪو فرق ئي نٿو پوي. منهنجي ڪومل جذبن کي ايتري تہ چوٽ لڳي هئي جو من جي ڪوُڙاڻ لفظن ۾ اوتيندي رهيس.

’’مونکي هاڻ نہ تنهنجي ضرورت آهي ۽ نہ هن ٻار کي تنهنجي نالي جي. نہ ڄاڻ تون ڪهڙن ڪنڌرن تي پنهنجي سپنن جا محل اڏڻ ٿو چاهين،



جو اهڙا خيال تنهنجي پاپي من ۾ ٿا اچن. تون تہ اوندهہ ۾ رهڻ جو عادي آهين. تو جهڙي ڪانئر جو پاڇو، نہ خود تي ۽ نہ پنهنجي هن ٻار تي پوڻ ڏينديس.‘‘

ديپا، زندگيءَ جي هڪ نئين پهلوءَ سان اڄ واقف ٿي آهيان. هڪ اهڙو گيدي انسان ڏٺو، جو گناه تہ ڪري ٿو پر معافي ائين ٿو گهري ڄڻ پنهنجو حق وٺي رهيو آهي. خبر اٿئي ڇا ٿيو؟ هو پنهنجيءَ جڳهہ تان اُٿي پنهنجي خميس ڇنڊي ۽ وارن کي ٺاهيندي بہ قدم اڳيان وڌي، وري پُٺيان نهاريندي چوڻ لڳو- ’’انيتا، ٿي سگهيئي تہ مونکي صاف ڪري ڇڏجانءِ.‘‘

مانوتا جتي پنهنجو مطلب وڃائي ڇڏيندي آهي، شايد اُتي ئي جوابداري جو خاتمو ٿيندو آهي. هاڻ سوچان ويٺي تہ ڇا اڳتي بہ هو پاڻ سان جڙيل حياتين سان اهڙيءَ طرح نڀائيندو؟ ڇا عوُرت جو مان سمان پنهنجي ڇل ڪپٽ ۽ سوارٿي سوچ تي سواه ڪندو رهندو؟ پنهنجي سوارٿ جي اڳيان معصوم، بي گناهہ مُرڪ جو ساهہ گهٽي هن کي بدگمانيءَ جي زندگي بخشيندو رهندو؟

هي سوال دماغ ۾ بجليءَ جي رفتار سان اچي وڃي رهيا آهن. اوندهہ جي گرپ مان روشنيءَ جي ڪرڻ نڪرندي اُها ان سوال جو جواب طلب ڪندي. ڇا جواب ڏيئي سگهبو تنهن معصوم زندگيءَ کي! هاڻ بس، ٿڪجي پئي آهيان، وري ڪڏهن لکنديس.

تنهنجي سکي،
انيتا

# 16. جنگ جاري آهي

قيديءَ جي لاءِ آزاديءَ جو حڪم جاري ڪيو ويو.

قيدخاني جي شيخن جي هُن پار پنهنجي ئي سوچ ۾ هوُ گُم سُم گهمي رهيو هو. گذريل نون سالن کان هِتي رهندي هو هُن ڪوٺڙيءَ کي پنهنجو گهر سمجهڻ لڳو هو.

”قيدي، تو لاءِ حڪم آيو آهي.“

”ڪهڙو حُڪم؟“ قيدخاني جي شيخن جي هِن پار بيٺل ڪوٽوال ڏانهن ڏسندي هن ڄاڻڻ چاهيو.

”تنهنجي رِهائيءَ جو!“

”ڇو، منهنجي سزا جي مُدت پوري ٿي ويئي آهي؟“ قيديءَ اکيون ڦاڙي ڪوتوال جي چهري جو معائنو وٺڻ لاءِ پنهنجون اکيون اُن تي کوڙي ڇڏيون.

”نہ، هاڻ ديش آزاد ٿي ويو آهي.“

۽ هو ذري گهٽ رڙ ڪندڙ آواز ۾ چوڻ لڳو، ”ديش آزاد ٿي ويو. آخر ديش آزاد ٿي ئي ويو.“ ۽ شيخن جي اندر بيٺي بيٺي هوُ جوش ۾ چڪر لڳائيندي خوشيءَ مان تاڙي وڄائي نعرو لڳائڻ لڳو.

آزادي تہ هن کي ملڻي ئي هئي، ديش جي آزاديءَ سان گڏ. اِنهيءَ لڙائيءَ لاءِ تہ هو وڙهيا هئا. هڪ نہ، ٻہ نہ، هزارن ۽ لکن ۾ ديش پريمين جو جُهنڊ. هي اُنهن جي ئي قربانين جو نتيجو هو. اُنهن جانباز سِپاهِيُن جي اڻٿڪائيندڙ ڪوشش جو نتيجو هو جو اِها خوش خبري هن کي ملي آهي ۽ انعام جي روپ ۾ ملي خود جي پنهنجي آزادي.

”توکي پنهنجي شيُن جي شناخت ڪرڻ لاءِ آفيس ۾ ٻن ڪلاڪن کان پوءِ حاضر ٿيڻو آهي ۽ پوءِ توکي جيڏانهن کپي تون وڃي ٿو سگهين!“



هو پنهنجي اتيت جي سوڙهي گِهٽين مان ٿيندو، مين روڊ جي ڏائي پاسي ويندڙ قطار ۾ نهيل گهر ۾، گهر نمبر 11 ڏانهن ٽڪٽڪي لڳائي بيهي رهيو. گهر وڏو نہ هو، ننڍو ئي هو، هِڪ ڪمرو، ننڍو چبوُترو ماني رڌڻ لاءِ، سنان ڪرڻ جي حؤدي ۽ هڪ ڪليل اَڱڻ جنهن ۾ پاڻيءَ جي نيڪال لاءِ موري هئي. اُتي ئي باسڻ ۽ ڪپڙا ڌوپجندا هئا. گهر بہ پريوار وانگر ننڍو هو- گهرواري سرسوتي، ٽِن سالن جو پُٽ راهُل ۽ خود پاڻ. اِنقلابي طبيعت هوندي بہ سرسوتي ڌرم جي راهہ تي همسفر بڻجي پنَهنجو فرض بخوبي نڀائيندي رهي. غدارن کي ديش نيڪالي ۽ ديش واسين کي اُنهن جي آزادي - اِهو ئي تہ مقصد هو ڪمل ڪانت سهايہ جي پارٽيءَ جو، جنهن ۾ هو هِڪ گُٽ ٿي تن-من سان پنهنجون سيوائون ارپڻ ڪندا رهيا. هن جي سهڌرمي هئڻ جي ناتي سان سرسوتي ڪڏهن ڇِئِن پنجن ماڻهن جو کاڌو رڌي ڏيندي هئي، ڪڏهن انهن جا ڪپڙا ڌوئي سُڪائي تن کي پهچائيندي هئي جڏهن بہ هو اُنهن جي علائقي ۾ پنهنجو ڏيرو ڄمائيندا هئا. جيون جو مقصد سڀني جو هڪ ئي هو. ديش کي آزاد ڪرائڻ!

اڄ هن کي رِها ڪيو ويندو. آزاد ديش جو آزاد ناگِرڪ جيڏانهن چاهي وڃي ٿو سگهي. پر هوُ ڪيڏانهن ٿو وڃي سگهي ۽ نَو سال وڏو عرصو هوندو آهي. زندگيءَ جو هڪ حصو. جڏهن ٻين ڪرانتيڪاريُن ساڻ هن کي گرفتار ڪيو ويو، اُنهيءَ ويل هوُ گهر ۾ ئي هو. در کڙڪائي، ٻنهي هٿن ۾ هٿڪڙين سان جڪڙي جڏهن ڪوتوال هن کي وٺي وڃڻ لڳو، تڏهن ٽِن سالن جو راهُل پنهنجا ٻئي هٿ کولي هن ڏانهن پنهنجا ننڍڙا پير وڌائڻ لڳو. پر زنجيرون ڇا ڍليون ٿينديون آهن، ڇا رِشتن جي فاصلن کي مٽائي سگهنديون آهن؟ سو بہ هڪ قيديءَ جون؟ هو نہ پنهنجو ٻار کي ٽڌڙو گهمائي سگهيو، نہ پيار ڪري سگهيو، نہ پنهنجي آغوش ۾ کڻي سگهيو. سرسوتيءَ جي آليُن اکين ۾ هو فقط آشا-نراشا جي وچ ۾ لٽڪيل هو، تصوير وانگر لٽڪيو رهيو. پنهنجي ئي چيل اڻچيل لفظن جو قيدي!

هِڪ ڏينهن پهرين ئي تہ گهرواريءَ پُڇيو هوس-”تہ ڇا اسين سچ ۾ آزاد ٿينداسين؟ جڏهن آزاد ٿينداسين، تڏهن ڇا اسانکي ڪابہ پريشاني

نہ ڏيندي؟ ڇا اسان جا نوان نيتا اسان جا ابو امڙ ٿي ڪري اسان جون ضرورتون پوريون ڪندا؟ اسان کي ڪپڙا، اناج ۽ ٻارن جي پڙهائيءَ جي سهوليت ڏيندا؟''

''ها، ها... تڏهن اُهو سڀ ڪجهہ ملندو جنهن جي تون ڪلپنا بہ نٿي ڪري سگهين...سڀني بي روزگارن کي ڪم، غريبن کي سندن حالتن جي مطابق مفت دوا-دارون، مفت تعليم، ۽ مفت ۾ هنن جا جهيڙا-جهڳڙا بہ نبٽايا ويندا. آزاد ديش ۾، هرهڪ آزاد ماڻهو خوش حال هوندو.''

''مونکي وِشواس نٿو اچي، تہ اهڙو ڪجهہ ٿيندو. جڻ هڪ سپنو لڳي رهيو آهي!'' زال جا چيل شبد هن کي ياد آيا...

''سپنن کي حقيقت ۾ بدلڻ جي ڪوشش ۾ ئي اسين لڳا پيا آهيون، اڳيان وڌي رهيا آهيون. هاڻ هي قدم پُٺيان نہ ورندا جيسين تائين مقام نہ ملندو.'' ڪمل ڪانت جوش ڀريل لفظن ۾ چيو هو.

۽ اُنهيءَ ويل در تي دستڪ ٿي. در کليو تہ سامهون ڪوتوال هو، هٿڪڙين ۾ جڪڙي جڻ ڪو بي رحم پنهنجي شِڪار کي وٺي ويندو هجي. اهڙي ئي حالت ۾ ڪمل ڪانت هو.

سرسوتي سپني ۽ حقيقت جي وچ جو حساب جوڙي رهي هئي. اُميد جون نازڪ تاريون طوفاني هوائن جي ٿپيڙن سان ساٿيون ٿينديون نظر آيون. ڇوڻ-ڪرڻ جي ٻي ڪا واٽ جڏهن سمجهہ ۾ نہ آيس تہ ڪوتوال جي سامهون هٿ جوڙي، منٿون ڪندي چوڻ لڳي، ''مونکي بہ هِنن سان بندي بڻائي وٺي هلو. مان اُتي ئي پنهنجو جيون گهاري ڇڏينديس. هتي اڪيلي رهنديس تہ جي نہ سگهنديس!''

''توکي اِنهيءَ باري ۾ گهڻو سوچڻ جي ضرورت ناهي. اسين توکي اڪيلو ڪيئن رهڻ ڏينداسين؟ هِتي اڳيان ئي اسانجي ڪوتوالي آهي. هيترا سارا ڪوتوال آهن، هڪ نہ تہ ٻيو تنهنجي مدد جي لاءِ حاضر رهندو، اِن ڳالهہ جو واعدو رهيو. هي ديش دروهي آهي، هِن کي تہ شيخن جي پُٺيان رهڻو پوندو...تون...تون...!''

''ٿو...ٿو...ٿو ٿي ڪريان توهان جي منهن تي. لعنت آهي توهان



جي سوچ تي، جو ديش جا رکشڪ ٿي ڪري ڀڪشڪ جهڙيون ڳالهيون ٿا ڪريو. منهنجو ستي ڌرم منهنجي طاقت آهي، منهنجو گهوٽ منهنجو مالِڪ... ۽ توهان سرڪار جا پالتو ڪتا!''

سرسوتيءَ جي نيڻن مان لڙڪن جي لاڙ وهندي رهي. هن جون اکيون ويندڙ ڪمل ڪانت ڏانهن نهارينديون رهيون، جيسين تائين هو نظرن جي سامهون هو. هن جي اکين ۾ هاڻ لڙڪن جي جاءِ تي خون لهي آيو. جو سپنو اکين ۾ اڏيو هو اُهو ٽٽي پيو. سڀ ڪلپنائون حقيقت سان ٽڪرائجي چوُر چوُر ٿي پيون. هي کهڙو ديش آهي، جتي ڀارت جا هي مڪار ماڻهو انگريزن جون تِريون پيا چٽِن. پنهنجي ڌرتي ماتا جو اپمان ڪري، مريادا کي ڀنگ ڪري رهيا آهن. پاڪ دامن کي داغدار بڻائڻ ۾ لڳا پيا آهن.

اهڙا نہ ڄاڻ ڪيترا سوال هُن جي خالي دامن کي ڀريندا رهيا. هوءَ سناٽي کي چيرڻ جي ڪوشش ۾ بڙبڙائيندي رهي، جڻ ڪنهن صدمي جي تحت ڪو ويڳاڻو اظهار ڪندو هجي...! آزاد هندستان... نہ ڪو امير... نہ ڪو غريب...هرهڪ جي ضرورت پوري ٿيندي. مفت دوا-دارون، مفت تعليم ۽ مفت ۾ اِنصاف...!

بس وقت پاسو مٽيو. جو ڪجهہ هن وٽ هو سڀ لُٽجي ويو. هن کي لڳو جڻ هوءَ هڪ نہ پر ڪيترين ئي زنجيرن ۾ جڪڙي وئي هجي. مفلسيءَ ۾ زنجير، بُک جي زنجير، حوس جي زنجير، ساهہ جي زنجير...! زنجيرن جو وڳو پائي هوءَ گُهٽ ڀريل احساس سان جيئڻ لاءِ مجبور هئي.

پنهنجي پنهنجي هٿن جون مُٺيون زور سان بند ڪري هن ڏٺو. دلهن جي ڳاڙهين چوڙين جي بدران لوهہ ڪان بہ سخت پوشيده زنجيرون هن کي جڪڙيل هيون. هن پنهنجي چپن کي ڏندن جي وچ ۾ ائين ڀيڪوڙيو جو اُهي رت سان لال ٿي ويا.

۽ وقت ڪال چڪر جي دائري ۾ گهمندو رهيو. هہ سال بہ نہ گذريا تہ هوءَ سرسوتيءَ نہ رهي. هڪ بدنام، بدچلن، پاڳل آواره عوِرت جي نالي سان سڃاڻي ٿي ويئي. ٻارُ پوليس جي حراست ۾ هليو ويو. پاڳل عورت پرورش ڪرڻ جي قابل نہ هوندي آهي، اِهو سبب ٻڌائيو ويو.

.......

ڪمل ڪانت کي پنهنجو نالو بہ ياد نہ رهيو. بس قيدي نمبر 9 هن جي سڃاڻپ بڻجي پئي. جيل جي ڪوٺي نمبر 11 هن جي رهڻ جو نڪاڻو ٿي پئي. اتي ئي هن کي سُڪون ملندو هو. ۽ اُنهيءَ ماحول ۾ هو گمرسم وينو سوچيندو هو تہ سرسوتيءَ تي نہ ڄاڻ ڇا ڇا گذريو هوندو. اڪيلي ڄان ھُنن بکايل ڳدڙن جي وچ ۾ نہ ڄاڻ ڪيئن جيئندي هوندي؟ هوندي بہ يا نہ هوندي؟ نہ هن کي ڪو ٻاهر جي دنيا جي خبر ڏيندو هو ۽ نہ ئي هو پنهنجي يارن کا خبر گهر موڪلي سگهندو هو. هر حال کان بي خبر ٿي هو جيئندو رهيو.

۽ اڄ نوَن سالن کان پوءِ هن کي آزادي بخشي ويئي آهي. هن جا هٿ، پير کوليا ويا آهن. ٻڌڻ لاءِ ڪابہ زنجير باقي نہ رهي. فقط سوچ جون اڻميون زنجيرون هن کي ياد جي ڪنڌهرن ڏانهن ڏڪي رهيون هيون... هن جي گهر ڏانهن...گهر جي ڀاتين ڏانهن...!

گهر تہ گهر وارن سان ٿيندو آهي. هاڻ تہ راهل بہ 12 سالن جو ٿيو هوندو ۽ سرسوتي...؟ سرسوتيءَ جي ياد ايندي ئي هن جي ساهہ ۾ سُرهاڻ پرجڻ لڳي. هوُ اکيون بند ڪري اُنهيءَ سرهاڻ کي پنهنجي اندر ڀري ڇڏي ها... جي ٻار جي ننڊن پيرن جي آهٽ هن جي من تي چوٽ نہ ڪري ها. ’اتيت‘ هن جي ’اڄ‘ سان جڙڻ لڳو.

”مونکي وشواس نٿو اچي تہ اهڙو ڪجهہ ٿيندو، ڄڻ ڪو سپنو لڳي رهيو آهي.“ گهر واريءَ جا چيل شبد هن کي ياد آيا.

”ها، ها تڏهن اُهو سڀ ڪجهہ ملندو جنهن جي تون ڪلپنا بہ نٿي ڪري سگهين. سڀني بي روزگارن کي ڪم، غريبن کي سندن حالتن جي مطابق دوا-دارون، مفت تعليم ۽ مفت ۾ هنن جا جهيڙا جهڳڙا نبيرا ويندا. آزاد ديش ۾، هرهڪ آزاد ماڻهو خوش حال هوندو.“

اِنهن ئي خيالن ۾ ٻُڏل، جيل جي چار ديواريءَ کان ٻاهر ايندي ئي جو رستو سامهون مليو، هوُ انهيءَ تي قدم وڌائيندو رهيو. هن کي سمورو اڻسُڃاتل ۽ بيگانو ماحوُل لڳو. نہ دِشا جو ڌيان رهيس، نہ پنهنجي دشا جو. بس تِکي اُس جي سايعي ۾ هوُ بي مقصد هلندو رهيو. اچانڪ نوڪر ڪائي



ڪِرڻ تي هو تہ هڪ واٽ هلندڙ هن کي سنڀالي ورتو ۽ سامهون هڪ وڻ هيٺان وهاريو.

”ادا، لڳي ٿو وڏي سفر کان آيا آهيو. ٿڪل آهيو، پاڻي پي ٿورو آرام ڪريو ۽ پوءِ اڳيان وڃجو.“ ۽ هو پنهنجي واٽ وٺي هليو. وڻ جي ٿڌي ڇانوَ جي هيٺان ڪمل ڪانت جي ڪڏهن اک لڳي ويئي هن کي سُڌ ئي نہ پئي. پر اوچتو هڪ چيريندڙ رڙ جي آواز کيس سڄاڳ ڪيو.

”لڙائي ٿي رهي آهي، آزاديءَ جي لڙائيءَ لڙي پئي وڃي. بارودي بم وسي رهيا آهن، گهر سڙي آهن، فصلون تباه ٿي رهيون آهن. ماڻهن جي گوڙ-گهمسان متل آهي، لاشن جا ڍير وڇايا پيا آهن، بک-اُڃ ۾ ماڻهو مري رهيا آهن. اُٿو... جاڳو... اڙي انهن کي بچايو... تِن کي جيئڻ جو حق ڏياريو... اُنهن جو ضرورتون پوريون ڪريو...! مفت دوا - دارون، مفت تعليم، مفت اِنصاف ڏياري بُرائيءَ کان نجات ڏياريو... اٿو... جاڳو...!“

ڇِرڪُ ڀري اُٿيو ڪمل ڪانت. ننڊ اکين مان رفوُچڪر ٿي ويس. هڪ واٽهڙوءَ کي روڪي ڪري ادب سان پڇيائين- ”ڀائي هيءَ عورت ڪير آهي؟“

”ادا، هيءَ هڪ پاڳل عورت آهي. ٻڌو آهي تہ هن جي گهرواري کي ڪرانتيڪاري مڃي ڪري ڪوتواليءَ وارا هُن کي هٿڪڙيون پارائي وٺي ويا ! کيس تڏهن کان ئي وٺي هن طرح جي پاڳلپڻ جي دوُرن هن کي اهڙي حال ۾ پهچايو آهي. نہ هوءَ ڪجهہ سمجهي ٿي، نہ ڄاڻي ٿي، نہ سڃاڻي ٿي. جي پُٽي پلائي ڪو هن جي مدد ڪرڻ چاهي تہ اُن کي بہ ڊيڪائي پوندي آهي. پنهنجن وڏن ۽ ٽکن نهن سان هن کي رتو ڇاڻ ڪري ڇڏيندي آهي.“

هوءَ عورت پنهنجا نعرا لڳائي، شايد ٿڪ جي ڪري اُتي ئي ڌرتيءَ تي ويهي رهي. ڪمل ڪانت هن کي لڳاتار ڏسندو ئي رهيو...! نہ ڄاڻ ڇا سوچي، اُٿي ڪري هن جي اڳيان آيو ۽ نرم لهجي ۾ چيائين، تہ ”هاڻ جنگ ختم ٿي ويئي آهي.“ چوندي هن جي اکين مان لڙڪن جون لاڙون وهڻ لڳيون. هن جون اکيون سِڪُڙجڻ لڳيون.

عورت پنهنجي ڪنڌ مٿي ڪٽنڌي هڪ چنتا-مُڪت ساهه کنيو. اِئين راحت محسوس ڪيائين ڄڻ سچ ۾ جنگ ختم ٿي ويئي هئي.

”هاڻ زنجيرُن کان مڪتي ملندي، مفلسيءَ جي زنجير، بُک جي زنجير، حوس جي زنجير، ساهه کٽڻ جي زنجير... مطلب هرهڪ زنجير کان رِهائي...“ هُن ڄڻ پنهنجو پاڻ سان ڳالهائيندي بڙ بڙ ڪئي.

وري ڪمل ڪانت ڏانهن نهاريندي چيائين : ”ڇا آزاد ديش ۾ به ڪي زنجيرون باقي رهنديون؟“

ڄڻ هُن کي ڪجهه ياد آيو... هن جي ٻنهي هٿن جون چوُڙيون ٽوڙيون ويون هيون. هن جي سينڌ جو سِنڌور اُگهيو ويو هو. هن کي وِڌوا قرار ڪيو ويو هو... ۽ انهيءَ کانپوءِ اِهي ٽي زنجيرون هن کي جڪڙينديون رهيون... مفلسيءَ جون زنجيرون، بک جون زنجيرون، ساهه جون زنجيرون...! ۽ هوءَ بدنام، بدچلن، آواره عورت ٿي ويئي. هن پنهنجن ٻنهي خالي هٿن سان مُٺيون ٻڌي ڪمل ڪانت جي سامهون ڦهلايون...!

قيدي ڪمل ڪانت به نه ڄاڻ ڇا سوچي، هُن عوُرت جي مٿي تي پنهنجا ٻئي هٿ رکيا. پنهنجن لڙڪن جي ڌار سان هن جي سينڌ جي هر بد رنگ کي ڌوئي بي داغ ڪري ڇڏيو. آهستي آهستي هن کي سهارو ڏيئي اُٿاريو، ٻانهن جو سهارو ڏيئي پاڻ سان گڏ اُٿاري ٻيهاريو... پوءِ هن جي اکين ۾ اِئين نهاريو ڄڻ هو هن جي اکين سان گلي ملي رهيو آهي.

پوءِ نه ڄاڻ ڇا ٿيو، ڄڻ مؤسم بدليو. پاڳل عوُرت پنهنجي ئي خوشيءَ جي خمار ۾ چوُڌر گهمندي رهي - ڄڻ هوائون نچي رهيون هيون، گل ٽڙڻ لڳا هئا. پوپٽ اُڏامڻ لڳا هئا ۽ هوءَ فضائن سان سُر-تال ملائيندي چوڻ لڳي، ”هاڻ جنگ ختم ٿي ويئي آهي، ديش آزاد ٿي ويو آهي، هاڻ ڪابه زنجير باقي ناهي ! آزاد ديش جي سيني بي روزگارن کي ڪم، غريبن کي سهوليتون، مفت دوا دارون، مفت تعليم ۽ مفت نياءُ ملندو. آزاد ديش جو هر آزاد ماڻهو خوش حال هوندو.“

”مُڪت هوائن ۾ به ساٿي، آزادي جي صليبن کي ڊوئي، قدم در قدم اٽڪاڻ دِشا ڏانهن لڳاتار وڌندا رهيا اڳيان ... اڃا اڳيان...!

●



# 17. مان ڪنهنجو به نه آهيان!

جنهن نيم جو پالن قدرت ڪندي آهي، اُهو اسان سڀني تي به لازمي آهي. سج روز صبح جو اُڀرندو آهي ۽ شام جو لهندو آهي، وري ٻئي ڏينهن نڪرڻ جي لاءِ. اِنسان ڄمندو آهي سو اوشيه مرندو آهي، اِها به ڄاڻ آهي. اِن ۾ ڪا نئين ڳالهه ته آهي ئي ڪين. ته نئين ڳالهه ڪهڙي آهي جا ڪنهن سان نه ٿيندي هجي، يا جنهن جي ڄاڻ ڪنهن کي نه هجي؟ پنجن تتون جو هي انسان اُنهن بنيادي گڻن جي ڪري هرهڪ گذرندڙ منظر جو ساکي هوندو آهي، جي توهان ۽ اسان روز ڪليل اکين سان ڏسندا آهيون.

”اڙي او اينا مينا ڊيڪا، هاڻ اُٺ صبح جا پؤڻا ست ٿيا آهن، ساڍي ستين وڳي اِسڪول جي بس ڇٽي ويئي ته داداجيءَ کي توکي اِسڪول ڇڏي اچڻ لاءِ وڃڻو پوندو.“

”هي ڀڳوان، ائين ڇو ٿيندو آهي ته منهنجي سڄي ڏينهن جي ڪاريه ڪرم ۾ هي سڀ اڻ گهريا ڪم به شامل ٿي ويندا آهن؟ ڇا اِها به قسمت آهي؟ ڇا هي سڀ تو منهنجي لاءِ رِٿيو آهي يا منهنجي ننهن ئي منهنجي وڏاتا بڻجي ويئي آهي ڀڳوان؟“

هي آهي گهر جو بزرگ ڀاتي داداجي، جنهن جي من جي مئنا وٽي نه وٽي پر بي اختياري سان هر وقت پئي ڪجهه نه ڪجهه چوندي رهندي آهي. غنيمت آهي جو ٻيو ڪو اُن کي ٻُڌي نه سگهندو آهي.

”ڪنوار پٽ، هن کي وقت کان پهرين اُٿاريندي ڪر. ڪڏهن نه ڪڏهن ته هن کي پاڻ تي ڀاڙڻو ئي پوندو. هاڻ کان ئي عادت وجهڻي پوندي.“

”مان ته سڌ ڪري ڪري ٿڪجي ٿي پوان ڊئڊي، هو به ته ٻُڌي نه...“

هي روز جو قصو آهي - هي مهامنتر منهنجي پوٽيءَ کي اُٿارڻ جو، جنهن کي اُٿارڻ جي ڪوشش ۾ ننهن منهنجي ننڊ اُڏائي ڇڏيندي آهي. اِنهيءَ خيال کان گهٻرائجي مان ٿوري دير اڳ ئي اُٿي ويندو آهيان.

منهنجي اُٿڻ کان اڳ ڪوئي مونکي ور ور جاڳائڻ جي ڪري، ۽ جاڳائي اِسڪول وڃڻ لاءِ چوي، اِها ڳالهہ هن عمر ۾ ڪٿي ٿي سونهين!

هاڻ ٻڌو، ڪلهہ جي ئي ڳالهہ آهي. مان صبح جو پنڌ ڪرڻ لاءِ سمُنڊ جي ڪناري هليو ويس. اُتي ڪنهن ڪي تڪڙو تڪڙو پنڌ ڪندو، تہ ڪنهن کي ڊوڙون پائيندي ڏٺم. سڀ پنهنجي پنهنجي رفتار سان هلندا رهيا. سڀني جو مقصد بہ اِهوئي آهي، رستي کي منزل بڻائڻ. ڪي ماڻهو سج ڏي نهاري نمسڪار ڪري رهيا آهن، تہ ڪي وري اُپا ساهہ اندر آڻي وري ٻاهر ڇڏي رهيا آهن. ها، اِهو ضرور هو تہ ڪن جي ساهہ ڪڍڻ جو آواز مون تائين پهچي رهيو آهي، ڪن جو نہ! ڪي تہ چٽائُن تي پلٿي ماري يوگ آسن ڪري رهيا آهن. ڪٿي ساهہ ڪڍڻ ۽ ڇڏڻ جو اڀياس، تہ ڪٿي اکين جو ٽراٽڪ جاري هو. ڪيترا ماڻهو سيمينٽ جي ٺهيل چبوتري تي سک-آسن لڳائي اکين وينا هئا، ڄڻ هو پاڻ خود سک جا سروپ هيا.

جوانن ۾ هڪ الڳ مقابلو هلي رهيو هو. جاگنگ، جمپنگ، هاپنگ، بس اُڇل-پڇل جا کيل نِت نوان اوشڪار هلي رهيا هئا. ڪي جوان ڇوڪريون سائيڪلن تي هڪ ٻئي جي پُٺيان قطار ۾ اکين هوا سان ڳڻ وڏي رهيون هيون، ڄڻ رستو بہ هنن جي رفتار سان نہ پڄي سگهي.

مان بہ روز اُنهيءَ رستي تان لنگهندو آهيان ۽ ڪرڻو بہ ڇاهي؟ گذرڻ کان اڳ رستي تان گذرڻو آهي. مايوسيءَ سان گذرڻ، خوشيءَ سان گذرڻ، رنجش سان گذرڻ، مطلب تہ گذرڻ سان آهي. ڏيان ڏيڻ واري ڳالهہ هيءَ تہ هن دؤر مان گذرڻ کان سواءِ ڪو چارو بہ تہ ناهي. بس ڪوشش ڪندو آهيان. خوشيءَ خوشيءَ گذري وڃان اُنهيءَ راهہ تان جا منزل ڏانهن ٿي هلي.

اسمانتا جي دؤر ۾ سمانتا جي ڳالهہ منهنجو ڌيان پاڻ ڏانهن ڇڪايو هو. سمنڊ جي لهرن ۽ ماڻهن جي من جي اُڌمن ۾ ڪو گهڻو فرق ناهي، اِهو سچ مونتي ظاهر ٿيو. هڪ لهر ڪناري سان پنهنجو مٿو ٽڪرائي موٽندي آهي ۽ اُن جي پٺيان ٻي لهر. وري ٻي وڃي موٽي ايندي آهي ۽ اِنهيءَ اچڻ ۽ وڃڻ جي سِلسلي ۾ پنهنجو سهڪار ۽ سهيوگ ڏيندي آهي. اِها دريادلي



هر لهر جي سيني ۾ سمايل آهي. هڪ لهر جي پٺيان ٻي ۽ وري ٽين ۽ اڻين اٿڳٽيون لهرون اننت ڪال کان پنهنجو سفر بنا ٿڪجڻ جي جاري رکنديون ٿيون اچن. بلڪل ڪجهہ اهڙي طرح ئي دل سان بہ ٿيندو آهي. هڪ ويچار دل جي ديوار سان ٽڪرائجي موٽندو آهي تہ ٻيو ڪنڌ ڪڍي بيهندو آهي. اِنهيءَ ڪري ئي تہ من جي مئنا لڳاتار ڪجهہ نہ ڪجهہ ٻوليندي رهندي آهي، ٻوليندي رهندي آهي، ڪٿي ٿي چُپ ڪري؟

اڄ جي ڳالهہ ڪي ئي ڪڍي ڏسو، سئر ڪري، اڻين وڃي گهر موٽيس. اچي ڏٺم تہ گهر ۾ انڌ ڌنڌ گوڙ هو. گوڙ بہ اَهڙو ڄڻ جنگ جو مئدان هجي. بس ٻڌڻ جي ڪوشش ۾ ڇڳو پلو ماڻهو ٻوڙو ٿي وڃي. ٽرانزسٽر جو آواز، اُن سان ڳنڍيل ٻہ سپيڪر ڏهن هزار ڳالهائيندڙن جي منهن کي ماٺ ڪرائي ڇڏڻ ۾ سَمرٿ، ڇا تہ اُنهيءَ تي ميوزڪ هلي رهيو هو؟ منهنجو پوٽو ڪنن ۾ ايئر-فون لڳائي نچي رهيو هو. ڪپڙا نالي ۾ پاتل هيس، فقط چيلهہ جي هيٺان 'برموڊاس' پاتل. چيلهہ کي اڻين جهٽڪا ڏيئي ڪُڏي رهيو هو، ڄڻ تہ ڪو رانديڪو 'اِسپرنگ' سان ڳنڍيل هجي. مون جيئن ئي هال جي در اندر پير رکيو، ڏٺم تہ ننهن بہ ڪسرت جو آکاڙو کولي ويٺي آهي.

''ڊئڊي توهان اچي ويا! مان توهان جي لاءِ چانهہ ٺي ناهي اچان، تيسين توهان منهنجو هڪ ڪم ڪريو پليز!'' سائيڪل تان لهڻ جي ڏکي ڪوشش ڪندي ننهن چيو.

''ها ها پٽ ڇئہ کهڙو ڪم آهي؟'' مون سوفا تي وهندي چيو. منهنجي من جي مئنا ڪٿي ٿي ماٺ ڪري وِهي. آهستي ئي سهين پر ڇئي ڇڏيندي آهي. مونکي ڏسندي ئي هُن کي ڪو نہ ڪو ڪم ياد اچي ئي ويندو آهي. فالتو جو وينو آهيان، ڪو ڪم تہ ڪندو ناهيان. سڄو ڏينهن گهر ۾ اڻين ئي پيو هوندو آهيان، يا تہ وري صبح شام سئر-سپاٽي لاءِ، يا سمنڊ جي ڪناري هليو ويندو آهيان.

''ڊئڊي، منهنجي سائيڪل جي ڦيٿن ۾ تيل وِجهي ڏيو نہ! ڏسو تہ ڪيئن چين چين پيا ڪن؟''

هاڻ توهان ئي ٻڌايو تہ مان ڇا چوان؟ منهنجي من جي راڻي منهنجي

لاڏلي مئنا ئي سڀ ڪجهه چئي ڇڏيندي آهي. هاڻ به هوءَ ڇوڪن کان ڪٽي ٿي باز اچي. چئي رهي آهي: ''چين-چين نه ڪندي ئي، اُن تي ايڏو بارُ جو پوندو؟ ڪيرُ سمجهائي هنن زالن کي؟ وزن گهٽائڻ لاءِ هو گهرن ۾ ۽ هيلٿ ڪلبن ۾ وقت ڪيڏي ڪلاڪن جا ڪلاڪ برباد ڪنديون آهن. اُهي اهڙو ڪجهه ڇو نٿيون ڪن ، جنهن سان وزن وڌي ئي نه! ۽ ڪيترين ئي جان-بي جان شيون برباد ٿيڻ کان بچي وڃن - جئن هي چرمر ڪندي سائيڪل. گهر ۾ وڏن جي اُٿڻ وهڻ جو سُک، هڪ هنڌ ويهي اخبار پڙهڻ جو سُک، گهر ۾ نهيل مندر ۾ ڏيو ٻاري آرتي ڪرڻ جو سک، ڪڏهن زور سان هنومان چاليسا يا گايتري منتر پڙهڻ جو سک.''

ها سمهڻ وقت جيترو زور سان ڪپي اُهي پوٽيون پڙهي ٿو سگهان. سو به خاص ڪري جمع، ڇنڇر رات جو، ڇو جو هو سڀ گهٽو ڪري ڪلب ۾ ويندا آهن، يا وري ڪنهن دوست جي گهر پارٽيءَ ۾. سڀ ڇوڪن سان منهنجو مطلب آهي پُٽ، نهن، پوٽو ۽ پوٽي! هنن ڇئن ڄڻن جي هڪ ڇوڪڙي آهي - چنڊال ڇوڪڙي نه ڇوندس... پنهنجن کي ڪوئي ائين چوندو آهي ڇا ؟ ڪو ٻُڌندو ته ڇا چوندو.

ساڻين آخر نهن سائيڪل تان هيٺ لٿي. ''اِجهو تيل ڪٽي ٿي اچان.'' چئي گهٽيءَ محنت سان نڪتل پگهر کي اُگهندي باٿروم ۾ گهڙي وئي. مئنا به مُرڪڻ کان سواءِ نه رهي سگهي، نه چانهه، نه پاڻي، فقط پڇپائين اُهو به گهٽو ٿيو!

خير، مون پاڻ اُٿي رنڌڻي ۾ چُلهه تي چانهه جو پاڻي رکيو مَس ته ٻُنيان- ''ڊئڊ، مونکي به اڌ ڪوپ چانهه ڏجو.'' جو آواز آيو. هي منهنجو سڪيلڊو پٽ هو جو غاليچي تي بيٺو هو. پنهنجي ٻنهي هٿن ۾ 5-5 ڪلو جا 'ڊمبل' ڪٽي، ڪڏهن هڪ هٿ مٿي ڪري ته ڪڏهن ٻيو. هُن کان پڇو، هيءَ سزا هو پنهنجو پاڻ کي ڇو ڏيئي رهيو آهي؟ ڇا دوستن جي سامهون پاڻ پڏائڻ لاءِ، ته مون هي ڪيو، مون هوُ ڪيو! واه ري زمانا، ڪنهن ٻئي کي نه مٿي سگهيس، پاڻ کي ئي بدلائي ڇڏيم. ڇڱو ڪيم!

''چانهه ته ڏين ٿو، پر پَٽ تان هي منهنجو هنڌ ڪٽي پاسيرو ته ڪري



ڇڏ. وچ ۾ پيو لتاڙجي !'' مون رنڌڻي جي ٻاهران پَٽ تي پيل هنڌ ڏانهن اِشارو ڪندي چيو.

''ڊئڊي توهان چنتا نه ڪريو، سڀ ٿي ويندو!'' هي منهنجي پُٽ جو ڏنل سولي ۾ سولو جواب هو.

''ٺيڪ آهي، پيو هجي. سڀ پاڻهي ئي ٿي ويندو...!'' مون چانهه ۾ ڪنڊ وجهي ڄڻ پنهنجي من جي ڪوُڙاڻ جو ڍُڪ پريو.

''صبح صبح جو هي ڪريو، هوُ ڪريو، سان شروعات نه ڪندا ڪريو ڊئڊ. گهر ۾ ڪجهه شانتي هجي ته سٺو لڳندو آهي. توهان به آنند ماڻيو ۽ ٻين کي به مزو وٺڻ ڏيو.''

''ها، اِهو ته...!'' مان ڇا چوان، ويچاري مئنا به مات ڪري ڇڏيو.

''ڊئڊ، ددوُ... پليز ٿورو آهستي ڳالهايو، مونکي ٻڌڻ ۾ رنڊڪ ٿي ٿئي.'' هي پوٽو هو. پيءُ سير ته پٽ سوا سيرُ.

من جي مئنا چيو - ڇو نه لال. هاڻ مات ۾ ئي رهڻو آهي، خاموشيءَ جي دؤلت سان خود کي مالامال ڪرڻو آهي! ۽ سچ ۾، مون مات ڪٽي ڪئي. مات ۾ به ڪيترو نه آنند آهي، ڪيترو سڪوُن آهي، اِن سچائيءَ سان اڃا منهنجي من جي مئنا واقف نه ٿي هئي.

''ٿئنڪس ددوُ... ٿئنڪس ڊئڊ...!'' پوٽي سيپتا جو پردرشن ڪيو.

نه ڄاڻ ڇو منهنجو هيءُ مورک من مڃي ئي نٿو. پڃري ۾ جيئن قيدي مئنا چوي، ''رام، رام'' تئن ئي منهنجي من جي مئنا به پئي چوي ''رام رام'' ڇا زمانو آهي؟ نه وڏن کي پيري پوڻ، نه اُنهن کان آسيس وٺڻ، نه صلاح، نه مشورو، بس 'پليز' ۽ 'ٿئنڪيو' جا ٻه لفظ چيو ڇڏِن. وري مٿان 'ساري' جو ملم لڳايو ڇڏِن. زخم ٺيڪ ٿيو يا نه، اِهو ڏسڻ ڪنهنجي ذميواري ناهي! ڪيترا گهرا گهاوَ ٿا ڏين هي نئين پيڙهيءَ جا فرمانبردار ٻار...! اڙي هتي ڪوئي منهنجي ٻُڌڻ وارو ڪونهي ڇا ؟ اڙي... ڇو نه آهي؟ پر اڄ ڏسڻ ۾ ڇو نٿي اچي؟ منهنجيءَ روح جو سُڪون، منهنجي جان-جگر، منهنجي پوٽي! ڇا هوءَ اڃا تائين اُٿي ناهي؟ ساڍا ست وڄي چڪا آهن! اڙي مان به ڪيترو نه ويسر ڪاڏو آهيان! اڄ ته آرتوار آهي. هوءَ

بارهين ڪان اڳ ڇا اُٿندي؟ منهنجي پوٽي به نرالي آهي. اُٿي ڪري ڪڏهن ڪسرت ڪري ته ڪڏهن ’يوگا‘ اُهي به سولي ۾ سولا. ’ڏکيا‘ وارا چوندي آهي تمام ڏکيا آهن. منهنجي من جي مئنا من ۾ پئي مرڪندي آهي، پر چوندي ڪجهه ناهي. جي چوندي به آهي ته فقط مان ئي ٻڌي سگهندو آهيان.

’’مسخري آهي ڇا ’يوگ‘ پڇائڻ. جيڪا ماني روز کائي ٿي، سا اڄ تائين ڪڏهن پنهنجي هٿن سان ناهي نه اٿائين... يوگ ڇا...! بس لڳي رهه، اڄ نه سياڻ سِکي ئي ويندينءَ. وقت سيني کي سڀ ڪجهه سيکاري ڇڏيندو آهي.‘‘ هيءَ منهنجي اندر جي مئنا آهي جا اندر ۾ پئي پُڻ-پُڻ ڪندي آهي.

’’پُٽ، هان هيءَ چانهه ڪڻُ، هِتي رکي اٿئي!‘‘ چئي مان پنهنجو پيالو کڻي هال جي ڪنڊ ۾ پنهنجي رِڪيل جاءِ تي ويهي رهيو هوس ته پُنيان ’ٿئنڪس‘ جو آواز آيو.

’’ڊئڊ ٿوري چانهه وڌيڪ آهي ڇا ؟ مونکي ٿوري کپي...!‘‘

هيءُ آواز منهنجي ننهن جو هو، جا بس هينئر ئي باٿروم مان نڪري آئي آهي. منهنجي هنڌ کي لتاڙيندي اَچي منهنجي اڳيان صوفا تي ويهي ڪري وار لسارڻ لڳي.

’’هي وٺ پُٽ!‘‘ چوندي مون چانهه جي پيالي، جا اڄان تائين منهنجي چپن تائين نه پهتي هئي، هن ڏانهن وڌائي ڇڏي. هوءَ چانهه پيئڻ لڳي ۽ مان اُٿي ڪري وِچ ۾ پيلُ پنهنجو هنڌ ويڙهڻ لڳس.

’’ڊئڊي توهان ڇڏيو، ڇو پيا تڪليف ڪريو ؟ مان چانهه پي ڪري سڀ ڪري ٿي وٺان!‘‘

مون ڪجهه به نه چيو. ڇا چوان، ڪنهنکي چوان؟ چوان به ، ته ڪو ٻڌڻ وارو ته هجي. هن گوڙ جي بستيءَ ۾ سڀ ٻوڙا آهن. رڙ واڪو ڪريان به، ته ڪير ٻڌندو؟ سچ ٿو چوي پوٽو - ’آهستي ڳالهايو!‘ پر هتي ڳالهائڻ لاءِ بچيو ئي ڇا آهي؟

سڀ ڪجهه پوءِ ڪرڻ واري منهنجي ننهن، پوءِ گهڻو ڪجهه پلجي



ويندي آهي. مان جي پنهنجو هنڌ زمين تان نه کڻان، ته سڄو ڏينهن اُتي ئي پيو هوندو، پيو لتاڙجندو، جيسين وري رات جو مان اُنهيءَ کي ڇنڊي ڪري سمهڻ لاءِ نه وڇايان. منهنجو هنڌ آهي، مان کڻان، ڪهڙي وڏي ڳالهه آهي؟

پر هن کي هِڪ ڳالهه ياد رهي - ’’سائيڪل جي لاءِ تيل آڻڻ.‘‘

’’هي وٺو ڊئڊي!‘‘ منهنجي سامهون شيشي رکندي هن چيو، ۽ رنڌڻي ڏانهن ويندي فخر سان اعلان ڪيو - ’’مان سيني لاءِ نيرن ٿي ڻاهيان!‘‘

نااُميديءَ ۾ اُميد جي ڪِرڻ ! هر آرتوار جي ڏينهن ته ’’تاج‘‘ مان گهرايل ڊوسا، اِڊلي، وڙا، سانڀر، چٽڻي ۽ گهر جي چانهه سان ’برنچ‘ ٿيندو آهي، پر اڄ هي بدلاوَ...سنو لڳو!

’’ڊئڊي ڪجهه کپيوَ..؟‘‘ هال ۾ ايندي ئي پُٽ پنهنجائيءَ سان پڇيو. لڳي ٿو وزن کڻي تڪڙي پيو آهي. منهنجو نه... هُنن ’ڊمبلس‘ جو. منهنجو ٿورو به بارُ هو کڻي ته منهنجي من جو سمورو بارُ گهٽجي وڃي ۽ هيءَ من جي مئنا ور-ور وچ ۾ پئي ٻوليندي آهي، اُها به شايد ڪجهه شانت ٿي وڃي.

’’نه پُٽ، مونکي ڪجهه نه کپي‘‘ من جي مئنا وري چئي ويني، پر هِن پيري گهڻو آهِستي (مونکي ته ڪجهه نه کپي، توکي ڇا کپي؟ مونکي جو نه کپندو هو سو به ڏيئي ڇڏيو اَٿو : هي شور، هي ڪُرُڪيٽر جهڙو گهر، وِهڻ لاءِ ڪنڊ ۾ پيل صوفا، رات جو سمهڻ لاءِ هي هنڌ، مونکي ٻيو ڇا کپي؟)

مان لڳاتار ڪوشش ڪندو آهيان ته من جي مئنا چُپ ڪري وِهي، ته مان به ڪجهه پل آرام ڪريان. پر هوءَ جڏهن مڃي نه؟ چوندي ئي رهندي آهي. بي چئي، بي ڊپي ! ڪيرُ هُن کي چوي ته ماٺ ڪري، آهستي ڳالهائي...!

مون ته هُن کي رات جي خاموشيءَ ۾ به چوندي ٻُڌو آهي - ’’جيڪي وٺڻ جا عادي ٿي وڃن، سي ڏيڻ جي ڇا ڪوشش ڪندا. جيڪي چپن تائين آيل چانهه کسي وٺن، اُهي مونکي ڇا ڏيندا؟‘‘ هي گهر منهنجو آهي، ٻار منهنجا آهن، هنڌ منهنجو آهي، چانهه منهنجي..... هون...هون... چانهه اُنهن جي آهي... مان ڪنهنجو آهيان؟

●

# 18. ناريءَ جو سؤمان

ٻار پئي رنو، پئي رنو، ايتري قدر جو روئندي روئندي هن جو آواز گلي ۾ گهگهو ٿي پيو. ور ور اُن معصوم ٻار جو روئڻ منهنجي من ۾ اٿميا احساس جاڳائيندو رهيو ۽ مان پنهنجي ماضيءَ جي قيدخاني ۾ وري گهلجندي ويس.

وري ڪنن تي روئڻ جو آواز ٻُري آيو ۽ منهنجي من ۾ خيالن جي طوفان ۾ هلچل مچي رهي هئي. من ۾ غصي جي لهر بہ تانڊو ڪرڻ لڳي. ڪهڙا نہ بي جوابدار ماءُ-پيءُ آهن جو هتي باغ ۾ ٿڌي گاهہ تي هن کي ليٽائي پاڻ الائي ڪيڏانهن گم ٿي ويا آهن. ايترو بہ اونو نہ اٿن تہ سج لهي چڪو آهي ۽ رات جي اوندهہ چؤڌر حاوي آهي. سردين جي ڪري ڏنڊ بہ گهڻو هو.

باغ ۾ وينل ننڍا وڏا ماڻهو هڪ هڪ ڪري اُٿي پنهنجي پنهنجي گهرن ڏانهن روانا ٿيندا رهيا ۽ مون بہ اُٿڻ جو ويچار ڪيو تہ ٻار جي آواز مونکي پاڻ ڏانهن ڇڪيو.

مان بينچ تان اُٿي بينس، جتي مان ويني ويني، گمرسم، ايڪانت جي گود ۾ پنهنجي زندگيءَ جي فلسفن، سکن-دکن جي يادين ۾ مگن ٿي وئي هئس. پر ٻار جي روئڻ مونکي خيالن جي زنجيرن مان مڪت ڪيو. اُٿي چؤڌر نهاري اُنهيءَ پاسي رُخ ڪيو، جتان آواز اچي رهيو هو.

وِڪ وِڪ اڳيان وڌائيندي هڪ وڻ جي هيٺان، چادر تي 5-6 مهنن جو ٻار سمهيو پيو هو. روئڻ جي ڪري ساڻو ٿي هو ڪڏهن هٿ پير پيو هڻي، تہ ڪڏهن منهن ۾ پنهنجو آڱونو وجهي ننڊآڪڙو ٿي سمهي ٿي پيو. اڳيان وِڪ وڌائي ڏٺو- ٻار سنو سهڻو، بدن جو ڀريل، پيرن ۾ سهڻا پشم جا جوراب پيل، هٿن ۾ ڪارن ۽ چانديءَ جي اڇن داڻن جا ڪڙا پيل، سُهڻين اکين ۾



پيل ڪاجل شايد روئڻ جي ڪري لڙڪن سان گڏجي هن جي گلابي ڳلن تي ڪاراڻ اوتي ڇڏي هئي.

مون چؤڌر نهاريو. باغ ڪافي ويران ٿي چڪو هو. ڪجهہ نؤجوان ڇوڪرا ڇوڪريون هيڏانهن هوڏانهن بي مقصد گهمي رهيا هئا. پر ڪنهن جو ڌيان بہ هن پاسي نہ هو. مون ترت پنهنجي ڪلهن تي پيل شال لاهي هن ٻار جي مٿان وڌي. پر من ۾ اڃا بہ مونجهارو هو تہ ڇا ڪرڻو آهي يا ڇا ڪرڻ کپي؟ هن کان ڏهہ سال اڳ اهڙي موڙ تي منهنجي زندگي اچي بيٺي هئي ۽ گهڻي ڪوشش ڪئي کان پوءِ فيصلو مونکي ئي ڪرڻو پيو. گهر ڇڏڻ جو ڪنور فيصلو. ڪارڻ تڏهن بہ ٻار نہ هئڻ جو هو.

منهنجي شادي 20 سالن جي عمر ۾ ٿي. هڪ ڀريو ڀريو 13 ڀاتين جو پريوار هو. منهنجو گهوٽ گهر ۾ سڀني کان ننڍو پُٽ هو. منهنجي ڏير کي ٽي ٻار هئا ۽ وچين ڏير کي بہ ٻار. منهنجو سس سهرو، مان ۽ منهنجو گهوٽ سڀاش. شاديءَ کان پوءِ منهنجو نالو گيتا مان ڦيرائي رچنا رکيو ويو.

”رچنا هڪ کوپ چانهہ تہ ڏجانءِ.“ هي آواز منهنجي وڏي ڏير جو هوندو هو.

”ائي ڪنوار سهري کي پسيل ڏندڻ تہ ڏيئي اَچ.“ سسُ جو آديش هوندو هو ۽ ٻُڌ سُڻڻ ۾ اڳ بہ وجهي ڇڏجانءِ.

”جي امي...!“

”واندي ٿين تہ منهنجي چلم ڀري اڇجانءِ.“ ڪم جي فهرست ۾ اضافو ڪندي سسُ وڏي واڪي چيو.

پيار ۾ ٻڏل هنن آوازن جي ڀُنيان ٻوڙندي ڪيئن صبح مان منجهند ۽ شام ٿي ويندي هئي جو خبر ئي ڪين پوندي هئي. سڀني کي خوش رکڻ جي چاهنا هئي. ماءُ بہ تہ موڪلائڻ ويل چيو هو، ”سڀني کي پنهنجو سمجهي اُنهن جو مان رکي، سيوا ڪري خوش رکجانءِ.“ هي اُنهن جا ننڍا ننڍا ڪم ’سيوا‘ ئي هئي جا مان ڪرڻ جي ڪوشش ڪري رهي هيس. هڪ تہ ٻالي عمر، ٻيو وڏن جو ڊپ ۽ ادب، ٽيون ماءُ جي ڏنل سنسڪار جي پت رکڻ.

''اُنهن جي خوشيءَ خاطر پاڻ کي وسارڻ ۾ وڏو سک آهي... اِهو تون پوءِ سمجهندينءَ جڏهن تون پاڻ ٻارن جي ماءُ ٿيندينءَ. اُنهن جي خوشيءَ ۾ خوش رهندينءَ.''

ور ور چيل ماءُ جي ڳالهه ڪچڙيءَ دل ۾ گهر ڪري ويئي ۽ سچ به لڳو جو گهر جا سڀ ڀاتي مونتي قربان پيا ويندا هئا. هڪ ته سهڻي، سياڻي سوڍي، سمجهه واري ننهن ملڻ جي خوشي، پيو سيني جي ها ۾ ها ملائي هلڻ جي رمز جا مون ڳنڍ سان ٻڌي ڇڏي هئي، سا ڪارگر ٿي. رات جو سڀ ڀاتي مانيءَ کان پوءِ حال احوال ڏيئي وٺي پنهنجن ڪمرن ۾ ويندا هئا. ننهرون واري واري سان سس کي سندس ڪمري ۾ وڃي زور ڏينديون هيون. مان ننڍي هئڻ ڪري ڪڏهن ڪڏهن وڏي ڏيراڻيءَ کي به زور ڏيندي هيس.

سُپاش جي سپاءُ ڪلمک هو. وڏي پريوار هئڻ ڪري گهر ۾ سدائين گوڙ شور رهندو هو. پر ايڪانت جو لطف وٺڻ لاءِ هوُ مونکي ڪڏهن باغ ۾ ته ڪڏهن پڪچر تي وٺي ويندو هو. مان خوش هيس، پنهنجي پيڪي گهر ۾ مان اڪيلي اؤلاد ئي هيس، ڪو ونڊڻ ورهائڻ وارو به نه هو. هن وڏي پريوار ۾ رهندي لڳو ته ٻه يا ٽي ٻار هئڻ ضروري آهن. جي ڏيءَ جو وهانءَ ٿي وڃي ته پٽ ساڻ هجي.

سوچ به هرڪنهنجي ڪٿي ساڪار ٿي ٿئي؟ ڪلندي مسڪرائيندي چار سال گذري ويا. 24 پورا ڪري 25 ۾ پير پاتو، پر پير اجا ڳرا نه ٿيا. سيني جون اکيون مون ۾ ڪتل رهنديون هيون-شايد شڀ سماچار ٻُڌڻ جي آس ۾. مونکي به اُنهن جي اکين جي آس سمجهه ۾ اچي ويئي هئي. سچ ته اِهو آهي ته مون خود به ماءُ بڻجڻ ٿي چاهيو، اولاد جو سک ماڻڻ ٿي چاهيو، پنهنجي ممتا کي تِن تي نڇاور ڪرڻ ٿي چاهيو. پر سڀ چاهتون من ۾ ئي گهٽجڻ لڳيون. رشتن جي گرماگرمي، اُهو قرب گُم ٿيندو ويو، پيار ته چڻ ڪافور بڻجي اُڏامي ويو. سپاش به مونکان پري ٿيندو رهيو. لڳو چڻ مان گهر جي ڪا بيڪار چيز آهيان جنهن جي وجود جو ڪو ملهه ئي نه هو. هرڪو پنهنجو نڊو ڪم پاڻ ڪندو رهيو، مونکي سڏ ڏيڻ جي چڻ اُنهن کي ضرورت ئي نه رهي هئي.



ڪڏهن ڪڏهن سوچيندي هيس ته هِن بدلاو جو ڪارڻ ڇا ٿو ٿي سگهي. ڇا منهنجي سيوا ۾ ڪا گهٽتائي اچي ويئي هئي يا ڪا ڀُل ٿي ويئي هئي؟ پر سؤ سوالن جو هڪ ئي جواب مليو. ماٺ! ائين ڪندي 5-4 مهنا ٻيا به گذري ويا. من ۾ مانڌاڻ متل رهيو. ٿوري ڪم ڪندي به گهڻو ٿڪُ محسوس ڪرڻ لڳيس.

هڪ ڏينهن ٻپهرن جي ايڪانت ۾ وڏي پاپيءَ جي ڪمري ۾ وڃي ڪري سندس گود ۾ مٿو رکي رُئندي پڇيومانس : '' پاپي، قَسم اَٿئي منهنجو، سچ سچ ٻُڌاءِ ته هيءَ ماٺ ڇو ڇانئجي ويئي آهي گهر ۾ ؟ ڇو مونکان هرڪو پاسو پيو ڪري؟''

منهنجي مٿي تي هٿ ڦيريندي جيڪو ڪجهه پاپيءَ ٻُڌايو ، اُن سان ته منهنجي هوش جا پکي به اُڏامي ويا. لڳو، منهنجي زندگيءَ ۾ ڄڻ ڪو ڀؤچال آيو هجي جنهن ۾ مان، سپاش ۽ گهر جا ڀاتي ڇِر وِکر ٿي ويا هياسين.

''سپاش کي ٻي شاديءَ لاءِ مجبور ڪيو ويو آهي. ڳالهه ٻولهه ٿي ويئي آهي. بس هن جي 'ها' ڪرڻ جي دير آهي. پاپي چوندي رهي، ۽ مان پنهنجي استيتوَ جي ٻيڙيءَ کي وچ سير ۾ ٻُڏندو ڏسي رهي هيس. هيڏو وڏو فيصلو ٿيڻ وارو آهي ۽ منهنجي ڪنن تائين خبر به نه آئي. ڪاوڙ آئي پنهنجي گهوٽ سپاش تي، جنهن شاديءَ وقت جيون ڀر نڀائڻ جو واعدو ڪيو هو. ڇا اُهو سڀ ڪوُڙ هو. ڇا رشتن جي ڏور ايڏي ڪچي آهي جو ڪنهن اِڇا جي پورتي نه ٿيڻ تي ٽُٽي پئي؟

ڳالهه پڌري ٿي. سسُ سڏ ڪري چيو: ''سپاش جي نئين ڪنوار ايندي ته گهر سائو ڀائو ٿي پوندو. خاندان وڌندو، آخر سپاش جو به ارمان آهي پيءُ بڻجڻ جو اهو سڀ سوچي هيءُ فيصلو ڪيو آهي. اسان تنهنجو ڪڏهن به برو نه چاهينداسين. تون گهر جو حصو آهين. گهر جي خوشيءَ لاءِ پنهنجو سهڪار ڏي. مالڪ تي ڀروسو رک. هنن خوشين سان شايد تنهنجي به خوشي موٽي اچي.'' ٻُڌي پنهنجي هئڻ ۽ نه هئڻ جي وچوٽي ڇاتم. مان ڇا ٿي سوچان، ڇا ٿي محسوس ڪريان ڪنهن کي پرواه ناهي، بس هڪ خوشيءَ کي حاصل ڪرڻ لاءِ هڪ دل ٽوڙڻ لازمي لڳي اٿن. هيءَ ٻُڌي مان آلن نيڻن

سان، سُست چال سان پنهنجي ڪمري ۾ پهچي اچي پلنگ تي ويٺيس. لڳو هي ڪمرو منهنجو ناهي، مان هن گهر جو حصو ناهيان. جي آهيان ته هِڪُ بيڪار بيجان حصو. جي پريوار جو حصو هجان ها ته ڇا هي اهڙو سلوڪ منهنجي جذبن سان ڪڏهن به ڪن ها؟ هي ته سؤداگرن جو گهر آهي. هتي مونکان سواءِ هر ڪنهن جي اِڇا پوري ٿيڻ کپي. پوءِ ڀلي اُنهيءَ لاءِ ڪنهن کي ڀليءَ جو ٻڪرو ئي ڇو نه بڻايو وڃي.

عؤرت ۽ مرد جي وجود جو ملهه ڪٿيو ويو آهي. مرد شڪتيءَ وارو آهي. هن جي تمنا پوري ٿئي اُنهيءَ لاءِ ٻي شادي ڪندو. جي اُنهيءَ مان ٻار نه ٿيندو ته ٽين شادي به ڪندو؟ اِنهن خيالن سان تن من ۾ ڄڻ باه لڳي ويئي. هن ڪهڙو رشتن ناتن جو جهنگل آهي، جتي نياڻن جون رسمون سوارٿ جي بُنياد تي بيٺيون آهن؟

نفرت جو احساس من ۾ جاڳيو. لڳو مون پنهنجن جي وچ ۾ نه پر پراون جي گهر پناه ورتي آهي. بس اُنهيءَ ويل من مضبوط ڪري هڪ فيصلو ڪيم. فقط پنهنجا ڪپڙا ڪٽي اُتان نڪرڻ جو فيصلو ڪيو. سون جا زيور نه ڪنيا. نئين ڏُلهن جيڪا سياش سان پرڻجي هن گهر ۾، هن ڪمري ۾، هن پلنگ تي سهاڳڻ بڻجي رهندي، سمهندي، خاندان کي وارث ڏيندي، سڀ اُن کي مبارڪ هجن. منهنجو ڪجهه به نه آهي. نه گهر، نه گهوٽ، نه مان، نه سنمان.

سوٽڪيس ڪٽي ٻاهر اڱڻ ۾ آيس. سڀ ويٺا هئا. فقط سس کي پيرن تي هٿ رکي چيم : ”مونکي معاف ڪجو، مان هاڻ هتي نه رهي سگهنديس، پنهنجي گهر تي وڃان.“

بس گهر جي چانئٺ اورانگهي ٻاهر آيس، نه سياش ڏي، نه ڪنهن ٻئي پاسيءَ ڏانهن نهاريو. اُن گهر سان جڙيل آشائون، نراشائون، اُميدون ۽ خوشيون سڀ بي مطلب لڳيون. پٺيان ايندڙ آواز ٽڪرائيندو رهيو : ”رچنا...رچنا...ٻُڌ ته سهين. تون...“

پر اڳيان وڌيل قدم پُٺتي نه وريو. اڳتي وڌندو رهيو-هڪ نئين راهه تي، هڪ نئين منزل پائڻ لاءِ!



خيالن جي ڏَل ڏَل مان ڇرڪ ڀري ٻاهر آيس. ٻار جي رُئڻ جو آواز منهنجي من ۾ ممتا جا جذبا جاڳائڻ لڳو. دل چيو ٻار کي ڪٽي ڇاتيءَ سان لڳاءِ پر دماغ ائين ڪرڻ جي اِجازت نه ڏيئي سگهيو. ٻئي جو ٻار تنهنجو پنهنجو ڪيئن ٿو ٿي سگهي؟ ٻن پاڻن جي وِچ جي ڪشمڪش ۾ هڪ انسانيت جو پيغام ڏيندڙ آواز اندر ۾ اُڀريو. ”رچنا...هن کي ائين ڇڏي نه وڃ... ٻنا سهاري ته هِتي پٽ تي ٻي مؤت مري ويندو. جنهن جو ڪير نه هوندو آهي تنهنجي ڇا اِنسانيت جي ناتي مدد ڪرڻ گناه آهي؟ تون ته پاڻ هن دؤر مان گذري پنهنجي ٻي گناهيءَ جي سزا ڀوڳي رهي آهين. ماءُ نه ٿيڻ جي جا سزا تو پاڻ کي ڏني آهي. ناري ٿي هڪ معصوم ڪان منهن موڙين ڇا اِهو واجب آهي؟ تون ناري پوءِ، پهرين اِنسان بڻج. پهرين اِنسان بڻج...“ ۽ مون ڏڪندڙ هٿن سان هيٺ جهڪي اِن ٻار کي هنج ۾ ڪٽي، ٻانهن ۾ ويڙهي پيار ڪندي ائين محسوس ڪيو ڄڻ هو منهنجو ئي ٻار هو، منهنجو پنهنجو، جو پنهنجن پراون جي رشتن ناتن کان بي خبر هو. صرف منهنجو ٻار ۽ مان هن جي ماءُ.

جيون کي ڄڻ سچاٽپ ملي. ناريءَ جي سمپورڻتا ماءُ بڻجڻ ۾ آهي ۽ اڄ مان پنهنجو پاڻ ۾ سمپورڻ آهيان. اسڪول ۾ ماستري ڪندي 10 سال گذري چڪا آهن ۽ هاڻ خوش آهيان...

”امان..اسڪول جون موڪلون ملنديون ته مونکي نانا نانيءَ وٽ وٺي هلندينءَ نه؟

”ضرور امن! ضرور هلنداسين! تون ۽ مان گڏجي اُنهن جي گهڻي سيوا ڪنداسين هاڻ هو وڏا بزرگ ٿي ويا آهن، هنن کي اسان جي ضرورت آهي ۽ اسانکي اُنهن جي...“

”ها امان... مونکي نانا، نانيءَ جي، تنهنجي گهڻي ضرورت آهي وڏو ٿي مان توهانجو سهارو ٿيندس...!“

مونکي لڳو ته سچ ۾ مونکي سهاري جي ضرورت هئي ۽ قدرت مونکي امن جي روپ ۾ اُهو سهارو ڏيئي مالا مال ڪيو آهي، منهنجو مان وڌايو آهي.



## BIO-DATA

Name : Devi B. Nangrani

Birth : 11 May 1941, Karachi (Then Bharat)

Education : B.A :Early Childhood and Mathematics from NJCU, USA.

Profession : Teacher, NJ (Retired)

PUBLISHED BOOKS:

1. GAM BHINAL KHUSHI ( Sindhi Gazal Sangrah-in 2004)
2. CHARAGE-DIL (Hindi Gazal Sangrah-2007)
3. UDUR PAKHIARA (Sindhi Bhajnawali - 2007)
4. DIL SE DIL TAK (Hindi Gazal Sangrah - 2008)
5. AAS JI SHAMMA ( Sindhi Gazal Sangrah - 2008)
6. SINDH JI AAON JAAYI AAHIAN (Sindhi Poetry - 2009)
7. THE JOURNEY (English Poetry - 2009)
8. LAU DARDE-DIL KI (Hindi Ghazal Sangrah - 2010)
9. BHAJAN MAHIMA (Bhajan Sangrah - 2012)
10. GHAZAL (Sindhi Ghazal Sangrah -2012 )
11. AUR MAIN BADI HO GAYI (Stories from Sindhi in Hindi-2012)
12. BAARISH JI DUA (Translated Stories from Hindi to Sindhi-2012)
13. PAHINJI DHARTI (Translated Stories from Hindi in Sindhi-2013)

AWARDS AND RECOGNITIONS :

- New York, New Jersey, Oslo, Chennai, Raipur, Delhi, Lucknow, Goa, different National and international Academies, NCPSL award for the book UDUR PAKHIARA in 2009.
- "Eniment Poet" Kavya sanmaan, Antarashtiya Hindi Samiti New York (March 2006)
- "Proclamation Honor Award" on Independence day at City Hall by the mayor of Jersey City (August 2007)
- "Kaavya Rattan" honor conferred by Dr. sarita Mehta director of Vidyadhaam Sanstha, in swami Narayan Mandir. NY (Nov. 2007)
- "Kaavya Mani" award by Smt. Poornnima Desai of Shikshayatan, and Shri Kiran Mehta Chairperson of the Business Forum NY. (Dec 2007)
- "Srijan Shri Sanman" in Raipur (Feb 2008)



- The Hindi Prachar Sabha Mumbai, felicitated by Shri Nandkishore Nautial & Dr. Sushila Gupta The Karyadhyaksh of Hindi Prachar Sabha (April 2008)
- Bal Vikas Kendra Chariatable Trust, Nerul Kavyotsava Samman (April 2008)
- The Sindhi Parishad Awarded (NCPSL) honour received for the Sindhi Book" Udar Pakhiara" in Delhi (July 2009)
- Jodhpur Rajat Jayanti Sanmaan (2010)
- Oslo kavyasanmaan on the occasion of Tagore Jayanti (May 2011)
- Tulsi Samman - Tulsi Sahity Academy, Bhopal (Dec. 2011)
- Jeevan Jyoti Puruskarr, Mumbai on 26th January 2012)
- Sanskruti Sangam Sanstha, Kalyan - Hindi Urdu kavya samman (19 Feb 2012)
- Bharateey Bhasha Sanskruti Sansthan - Gujarat Vishypeeth - Sammaroh v Samman (18 June 2012)
- Sahitya Setu Samman - Tamil Nadu Hindi Academy V Dharmamoorthy Rao Bahadur Kalval chetti Hindu College, Chennai- on Hindi Diwas (10 June 2013)
- Akhil Bharateey kavi sammelan Samman -Gandhi Pratishthan (12 March 2013)
- Madhya Pradesh Rashtra Prachar Samiti, Conferred 'Saeyad Ameer Ali Meer Puruskar' by Rajyapal Shri Ramnaresh Yadav (2 Oct- 2013)

Felicitated by Sindhi sansthas for participation - Friends Of International Sindhis, Sindhi Sahitya Academy, Akhil Bharat Sindhi Boli v Sahitya Prachar Sabha, Sindhi Adabi Sabha-Poona.

**DEVI NANGRANI**
9-D Corner View Society,
15/33 Road,
Bandra, Mumbai 400040
USA : 480 W, Surf Street, Elmhurst, IL 60126
M. 99879-28358
dnangrani@gmail.com